# ڪوڻ دِلان ديان جاڻي

(ڪهاڻيون)

شيرشاهه سيد

ترجمو: اسلم خواجا



ڪتاب: ڪوڙ ڊلان ڊيان جاٿي
ليکڪ: ڊاڪٽر شيرشاهه سيد
اشاعت: جولاءِ 2008ع
ڪمپوزنگ لي آئوٽ: علمي پرنٽرس، ڪراچي
ڇپيندڙ: فضلي سنز پرائيوٽ لميٽيڊ
قيمت: هڪ سئو رپيا
ملڻ جو هنڌ: پي ايم اي هائوس، گارڊن روڊ ڪراچي

درل دريا سمندرون ڊونگي

تي ڪوݨ دلان ديان جاٹي

سلطان باهو

# انتساب

ڊاڪٽر نفيس صادق جي نالي

جنهن يو اين ايف پي اي ( UNFPA)جي سربراهه طور فسٽيولا جي تدراڪ واسطي سخت پتوڙ ڪري مُهم جي شروعات ڪئي.

جنهن ڪان پوءِ اِهو ممڪن ٿي سگهيو تہ افريڪا ۽ ايشيا جي ملڪن ۾ فسٽيولا جي شڪار عورتن جو مفت علاج ٿي سگهي.

Dedicated to:

Dr. Nafis Sadik

Who started a global Campaing as head of UNFPA for the Patients with Fistula. Because of her efforts Patients with Fistula are receiving free treatment in Asian and African Countries.

# فهرست

# آءُ ٿورائتو آهيان

انهن انيڪ فسٽيولا جي مريضن جو جيڪي پنهنجي گهاون، ڏکن، پيڙائن، مصيبتن هوندي مرڪڻ ڳالهائڻ، ڏک سهڻ، جيئري رهڻ جو حوصلو رکن ٿيون، جن پنهنجي زندگيءَ جي ڪهاڻي ۾ مونکي به شامل ڪيو. آپريشن جي ناڪاميءَ تي شڪائت به نه ڪيائون ۽ علاج ذريعي تندرست ٿي پنهنجي غربت هوندي به اُهو سيکجهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪو سندن حيثيت کان گهڻو هو.

جناب مشتاق احمد ڪي پي ڊي او اسپتال مانسهرا جو، جنهن تمام گهڻي ڄاڻ فراهم ڪئي.

جناب آصف فرضيءَ جو، جنهن هميشه جيان مدد ڪرڻ ۾ ساڳي فراخدليءَ جو مظاهرو ڪيو جيڪو سندس ئي وٽ آهي، انتهائي محنت سان ۽ گهٽ وقت ۾ فسٽيولا بابت هڪ تعارفي مضمون هن ڪتاب ۾ شامل ڪيائين.

اسلم خواجا جو جنهن انهن ڪهاڻين جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ ڪمپوزنگ ۽ پروف ريڊنگ جا مسئلا حل ڪندو رهيو.

فسٽيولا اسپتال عديس ابابا جي انهن سرجنن جو جن مون کي اِهو آپريشن ڪرڻ سيکاريو ۽ انهن مريضن جو جن جي جسمن تي آپريشن ڪندي ان فن ۾ ٿورو گهڻو ڪم ڪرڻ لائق ٿيو آهيان

# فسٽيولا ۽ مسيحائي

آسماني مقدس ڪتابن ۾ جتي جنت ۾ عورتن جي بيداغ، شفاف ۽ بلور جهڙن جسمن جو واعدو ٿيل آهي، انهن ئي آسماني مقدس ڪتابن ۾ ان مسيحا جو ذڪر به آهي جنهن جي محض آڱرين جي ڇهاءُ، روڳي جسم جي داغ داغ بدن جي مسيحائي ٿي ڪئي پر، اُهو مسيحا آسماني مقدس ڪتابن جو اهڙو انوکو ڪردار آهي جنهن بيمار ۽ روڳي جسمن کي "پاپ" جو نتيجو قرار ڏنو. پاپ جي تصور جي آڌار تي روڳي جسمن سان ڌڪار بجاءِ هن مسيحا نه رڳو ڪين پيار، محبت سان ورتائُ جي ابتدا ڪئي پر اهو مسيحا روڳين، بيمارن، ڪوڙهه زده جسمن جي الڳ بستين، انساني آباديءَ کان پري ڪين دنيا جي ڪچرو سمجهي اُڇلائڻ واري روايت کي نندنيدي ڪين ان جي برعڪس ڪوڙهه زده (marganalised) آباديءَ کي پنهنجي ڇهاءُ سان، پنهنجي محبت پرئي ورتاءُ سان انساني سماج جو اُهو ناگزير حصو بڻائي ڇڏيو، جيڪو علامتي طور تي ڪوڙهه زده، بيمار روحن کان وڌيڪ قابل قبول ۽ محبت طلب. آسماني مقدس ڪتاب جو اِهو مسيحا، مريم جو پُٽ هو پيءُ نه پر ماءُ جي سڃاڻپ سان سماج ۾ جيئندڙ يسوع!!... اهو يسوع، اِهو مسيح جنهن جي سڃاڻپ جي حوالي سان هڪ ٻي عورت، ميري مئگڊلين جو نالو به گڏوگڏ انهن ڪتابن جي (text) ۾ شامل آهي.

ميري مئگدلين... سماج جي ڌڪاريل... وئشيا، طوائف، بيمار... روڳي... يسوع جا جڏهن پهريان قدم ڏانهنس وڌيا ته سندس ويجهن ساٿين کيس روڪيندي چيو هو ته "متان... متان"!!

پر پوءِ... هو کيس روڪي نه سگهيا هئا ۽ بائبل مقدس ۾ ميري مئگدلين، سندس ماءُ مريم سان گڏ اُها ئي عورت هئي جنهن نه رڳو کيس تڏهن پنهنجو ڪيو هو جڏهن صليب تي سڄي دنيا کيس ڌڪاري چڪي هئي. ميري مئگدلين ئي اُها ئي عورت هئي جنهن سندس ماءُ مريم سان گڏ سندس مصلوب جسم، سندس بيجان جسم سندس آخري آرام گاهه تائين پهچايو.

پتوناهي ته ڊاڪٽر شيرشاهه، مريم جي پٽ ۽ ميري مئگدلين جي مسيحا جي ڪهاڻي ان مقدس ڪتاب ۾ پڙهي پوءِ "عورتن جي مسيحائي" واري ان شعبي سان وابسته ٿيو، جنهن ۾ مرد جي موجودگي، اسان جي سماج جي عام تصور ۾ اجان ايئن ممڪن ۽ عام نه ٿي آهي. نه ئي منهنجي ديس جي عورت ڪا ايڏي گهڻي خوشنصيب ئي آهي جو سندس جسم جي روڳ کي دستِ مسيحائي يا همدرد نگاهه نصيب ٿي هجي. اهڙي سماج جو فرد هوندي، جتي عورتن جي وڏي اڪثريت قبل مسيح واري ڪوڙهيت واري (marganlised) آباديءَ جيان پنهنجي دنيا ۾ الڳ ٿلڳ اڪيلي هجي، اتي عورتن جي بيمار جسمن توڙي روڳي روحن جي مسيحائي وارو ڏڳ، ڊاڪٽر شيرشاهه کي جنهن به ڏيکاريو، يقين ڪريو ته سندس دستِ شفا سان جڏهن ڪابه عورت فيضياب ٿي هوندي ته سندس دعائن ۾ ڊاڪٽر شيرشاهه سان گڏ سندس نالو به ضرور گڏ ايندو رهندو

ڊاڪٽر شيرشاھ، يسوع جي راھ مسيحائي واري راھ تہ ورتي ئي ورتي هئي پر جڏهن هن قلم هٿ ۾ کنيو ۽ ان سان اُهي ڪهاڻيون سرجڻ شروع ڪيون جيڪي مسيحائي واري راھ تي سندس تجربي ۾ شريڪ سفر ٿينديون رهيون. ڪهاڻي سرجڻ جي عمل کان، ڇپائي عام جي هٿن ۾ اَچڻ ۾ جيڪڏهن ڏسجي تہ هو "پيامبر" جي رستي جو راهي بہ محسوس ٿئي ٿو تہ هن مسيحائي ۽ پيامبريءَ جو ڪم گڏوگڏ ڪيو آهي.

ڊاڪٽر شيرشاھ جيئن تہ مسيحائي واري شعبي ۾ بہ "عورتن جي روڳ" وارو شعبو چونڊيو. سندس اسٽيٿسڪوپ جو آبجيڪٽ بہ عورتن جو جسم رهيو تہ سندس قلم ڪهاڻي جو موضوع بہ عورتن جو اُهو روڳ ئي رهيو، جنهن عورتن جي جسم ۾ دوزخ جهڙا جهان لاهي ڇڏيا. ڊاڪٽر شيرشاھ جا اڳ لکيل ڪتاب بہ منهنجي نظر مان گذريا آهن پر هن ڪتاب ۾ هن جنهن جهان، جنهن دوزخ، جنهن عورتاڻي روڳ جو ذڪر ڪيو آهي، ان تان جي پردو هٽائي ڏسجي تہ ڪيتريون ئي عورتون پنهنجي جسم ۾ اُهو دوزخ کڻي زندھ آهن، جنهن ۾ کين "ڏار" ڪري اهڙي ڏڪاريل دنيا ۾ رهڻ تي مجبور ڪيو ويندو رهيو آهي.

سندس هن مجموعي ۾ فسٽيولا، جو ذڪر آهي، بدنصيب عورتن جي حصي ۾ آيل اهڙو روڳ، جيڪو کين عام وهنوار واري زندگيءَ کان ڏڪي کين اڇوتن جهڙن زندگي گهارڻ تي مجبور ڪريو ڇڏي فسٽيولا ويم دوران کنهن بہ بي احتياطي ۾ پيشاب جي ڳوٿري يعني يوريٿر ۾ اهو سوراخ، جنهن مان

هر وقت پيشاب ڳڙندو رهندو ۽ ان پيشاب ڳڙڻ سان عورتن جو فقط جسم ئي نه پر سڄي زندگي ان پيشاب هاڻي ڏپ سان پرجي ٿي وڃي...

عورت ڪائنات جي تخليق ۾ ڄڻ ته خدا جي شريڪ... پر عورت سان ايئن به ٿيو آهي ته ڪائنات جي تخليق جي ان سفر ۾ ڪنهن نئين زندگي کي جنم ڏيندي ڏيندي، ڪڏهن ڪڏهن ايئن به ٿيو آهي ته هن پنهنجي جسم ۾ هڪ نئين دوزخ، هڪ نئين ذلت، هڪ نئون عذاب ان روڳ جي صورت ۾ لاهي ڇڏيو هجي. جسم ۾ ان روڳ يعني فسٽيولا جو ڪارڻ هڪ عام سادي اٽيڙهيل يا بي شعور عورت وٽ ممڪن آهي ته قسمت جو لکيو سمجهيو ويندو رهيو هجي، پر ڊاڪٽر شيرشاهه، پنهنجي هر ڪهاڻي ۾ ان جو طبي ڪارڻ باربار ٻڌائيندي لکي ٿو ته:

"ويم دوران جنهن ٻار جو مٿو ڦاسي پوندو آهي ته ان مٿي جو پيشاب جي ڳوٿري، تي ايترو بار پوندو آهي جو ان ڳوٿري (يوريٿر) ۾ رت جي گردش بند ٿي ويندي آهي، جنهن جي ڪري ڳوٿري، جو اُهو حصو ناڪارو ٿي ويندو آهي ۽ ٿورڙي عرصي ۾ ڇڄي پوندو آهي، پوءِ ان سوراخ مان پيشاب لاڳيتو ٽمندو ٿو رهي".

پاڻ وٽ سائنس جي اک سان دنيا کي ڏسڻ جي عادت اڃان عام ناهي. ڳوٺ، ٻهراڙيون ۽ اٽيڙهيلن جي جهان کي ته ڇڏيو، اسان وٽ پڙهيل لکيل ماڻهن جي زندگي، جو تصور به پاڪ، ناپاڪ، قسمت ۽ بدنصيبي، وارن تصورن تي آڌاريل آهي. ان

ڪري بيماريءَ جا طبي ڪارڻ ٻڌائڻ ۾ ان جي علاج لاءِ مناسب اُپاءُ وٺڻ بجاءِ ان کي بيمار جي بدنصيبي ڪوٺي ڪيس قسمت آڏار ڇڏيو ويندو آهي. عورتن جي زندگي کي جهنم ڪندڙ ان فسٽيولا بيماري جو ڪارڻ ۾ ان جي علاج جو ته اجان تصور به عام ناهي ته اُهو ڪيئن عام عورتن تائين پهچي سگهندو هوندو.

"سجدن جي رات" واري زليخائن جي اڪثريت شايد پنهنجي سماج ۾ انسانن جيان ايئن جڳهه ناهي نه سگهندي هجي جو اُهي انساني گهرن بجاءِ جانورن جي وٿاڻن ۾ چيٽا ميڙيندي پنهنجي زندگي جو وڏو عرصو هڪ هڪ لمحو ڪري گذارڻ تي مجبور هجن ڇو ته جانورن جي وٿاڻ ۾ ڊور ڏڳن کي ته نهيو پر ڪين به پنهنجي ٻُت مان پيشاب جي بوءِ نٿي اچي.

ڊاڪٽر شير شاهه پنهنجي قلم سان اهڙين روڳي عورتن جا فقط جسم ئي نه تپاسيا آهن پر هن عورتن جي جسم ۾ پيشاب جي ڳوڙين ۾ ٿيندڙ سوراخ مان جهاتي پائيندي سندن روح جي نبض تي آڱر رکي آهي. هن نٿي جي حسين عورت "موران" جي روح جا ڳوڙها به ميڙيا آهن ته افغانسان جي هرات صوبي مان روڳي جسم ۾ پيشاب جي ڏپ هاٺوبت ڪٽي ايندڙ گل زرين جي جسم ۾ پلجندڙ ڪيئنئن "(ڪيڙن) سان گڏ سندس من ۾ هرڪر ڪندڙ اُهي ڪيڙا به ڏسي ٿو وٺي، جيڪي ڪيس عزت ڀرئي زندگي نه گذاري سگهڻ تي اندر ئي اندر ۾ روڄ پٽيندي محسوس ٿين ٿا. اها ڊاڪٽر جي ئي اک ئي سگهي ٿي، اهو ڊاڪٽر شيرشاهه جو قلم ئي ٿي سگهي ٿو جيڪو لکي ته

"غريب عورتن کي پنهنجي ٻارن کي پالڻ سان گڏوگڏ انهن ڪنيئن کي پالڻ جو ذمو بہ هوندو آهي، اُهي ڪينئان پيٽ اندر ئي اندر هڪ مان ٻہ، ٻن مان چار ۽ چئن مان اٺ ٿيندا پنهنجي آبادي وڌائيندا رهن ٿا. سندن نيپاج بہ عورت جي رت سان ٿيندو آهي انهن عورتن ۾ هيمو گلوبين گهٽجي ويندو آهي ۽ ڪينئان وڌندا ويندا آهن. روشنين جي شهر ڪراچي جي اورنگي واري علائقي ۾ عورتن جو هڪ وڏو تعداد ڪينئن جي پالنا ڪري ٿو".

ها، پر ڊاڪٽر شيرشاهہ فقط طبي ڪارڻ بہ ڪونہ ٿو ٻڌائي، هو هن بيمار سماج جو بہ ڊاڪٽر آهي، سندس قلم جي آڱر سماج جي نبض تي بہ آهي، ان ڪري هو انهن بيمارين جو سماجي ڪارڻ بہ بيان ڪندو ٿو هلي.

"پاڪستان، افغانستان، هندستان، بنگلاديش، نيپال جي غريبن ۾ اها بيماري ان ڪري آهي جو ڪين پيئڻ جو صاف پاڻي ميسر ناهي. سندن گهرن ۾ ڪاڪوس ناهن، سندن گهرن مان خارج ٿيندڙ فضلي لاءِ مناسب سيوريج سرشتو ناهي". ان سلسلي ۾ جڏهن بنيادي انساني سهولتون ميسر نہ هجن تہ رياست جي ذميوارن جي حوالي سان هو گڏوگڏ اهو سوال بہ پڙهندڙ جي ذهن تي ڇڏيندو هلي ٿو.

"ائٽم بم واري هندستان ۽ پاڪستان ۾، پاڪستان ڪان نجات حاصل ڪندڙ بنگلاديش ۾، روسين ۽ امريڪين سان جهيڙيندڙ افغانستان ۾، بادشاهت ڪان نجات حاصل ڪندڙ نيپال ۾ اهڙو ڪو نظام ناهي جتي ماڻهن کي پيئڻ لاءِ صاف پاڻي

ملي، هنن لاءِ سيوريج سرشتو هجي، سمورا ٻار تعليم پرائي سگهن ۽ سندن عورتون حمل دوران موت جو کاڄ نہ بڻجن ۽ نہ ئي فسٽيولا جو شڪار ٿين“.

سندس قلم هن ڪتاب ڪهاڻي ۾ جتي عورت جي دردمند زندگيءَ جو بيان لکيو آهي، اتي هن سماج سان، سماجي بيماري سان وابستہ وڏا وڏا سوال بہ اُٿاريا آهن. هن ميسحائي پيشي جي حوالي سان عورت جي جسم کي چڪاسيو آهي ۽ ليکڪ جي حوالي سان عورت جي روح جي درد ڪهاڻي بہ چِٽي آهي. هن سماج ۾ هر ڊاڪٽر کي، بيشڪ پوءِ هو بيماري جو ڪامياب علاج ڪري سگهندو بہ هجي، منهنجي دل ميسحا لکڻ تي هميشہ اٽڪجي پوندي آهي ڇو تہ هن سماج ۾ مون هن قبيلي جي اڪثريت کي شفا ڏيڻ واري پيشي ۾ پئسن ڪمائڻ واري مشين ۾ تبديل ٿيندي ڏٺو آهي. سماجي پلائي ڇا ٿيندي آهي؟؟ اڪثريت ان کان ناواقف آهي. اهو حلف جيڪو ڊاڪٽريءَ جو پيشو اختيار ڪندي، هو کڻڻ ٿا، مون اڪثريت کي ان حلف جو ڀرم ٽوڙيندي ڏٺو آهي... بلڪ مون سرعام ايئن بہ ڏٺو آهي تہ جنهن مان ڏوڪڙن/ فيءَ جي اُميد نہ هجي اُهو ڪيئن ان در تان ڌڪاريو ويندو آهي.

جيڪو ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر ۾ فسٽيولا جي علاج جا مفت ڪئمپ لڳائيندو، سنڌ جي اسپتالن ۾ ”زچہ بچہ“ واردن ۾ ملندڙ سهولتن جا ڪتاب ناهيندو وتي... جيڪو فقط علاج ئي نہ پر بيماري جا ڪارڻ ۽ بيمار جي روح تائين پهچڻ جو رستو بيان ڪندو هجي، يقيناً اهو تڏهن هڪ عام ڊاڪٽر جي حيثيت

کان مٿيرو ٿيندو هڪ ميسحا جي حيثيت کي ڇهندو، سڄي بيمار سماج جي علاج لاءِ نڪتل ٿو ڏسجي. سندس قلم فقط ڊاڪٽر جو قلم ناهي ۽ سندس ڪهاڻي فقط عورت جي جسم جي بيماري جي ڪهاڻي ناهي. هو رڳو بيمار جسمن کي ئي نہ پر دنيا جي هر حادثي کي هڪ نئين معني ۾ ڏسڻ ۽ بيان ڪرڻ جو عادي آهي. هو پاڪستان ۾ آيل زلزلي لاءِ لکي ٿو تہ

"پاڪستان ۽ هندستان جي سرحدن جي ٻنهي پاسي، ڪشمير جي سهڻي ماتريءَ ۾ زلزلا، طوفان، ٻوڏون، بسنت، خوشبو، گرمي، سردي، هوا سرحدن جو احترام نٿا ڪن... اُهي ڌرتيءَ مٿان ڇڪيل ليڪ، ڪنٽرول لائين ۽ جهنڊن جو خيال نہ رکندا آهن. بلڪل خوشبو جيان جيڪا پاڪستاني، هندستاني نہ هوندي آهي جيڪا هندو ۽ مسلمان نہ هوندي آهي. جيڪا وهابي، ديوبندي نہ هوندي آهي بلڪل بدبو وانگر. هڪ جي پذيرائي ڪئي ويندي آهي تہ ٻئي کي ڌڪاريو ويندو آهي".

هن جي ڪهاڻي ۾ زلزلي جو هڪ رخ اهو آهي تہ ان ۾ سڄي دنيا جا سماج سڌارڪ ڪارڪن گڏ ٿي هنگامي بنيادن تي زلزلي زده انسانيت جي آواز کي لبيڪ چوندا سندن مددگار ٿين ٿا تہ ٻي پاسي زاني، چور، بدمعاش بہ ظاهر ٿين ٿا.

هن زلزلي واري هنڌ تي زمين اندر دٻيل انسانن جي ڌپ سان فضا کي گهورو ٿيندي بہ ڏٺو پر هن اها ڌپ بہ محسوس ڪئي جنهن لاءِ لکيائين تہ

"پر زمين تي سڙيل روح وارن جيئرن ماڻهن جي بدبو ڪنهن بہ نہ ٿي محسوس ڪئي".

هن جي ڪهاڻي ان سماجي اڻ برابري واري رجحان تي حيران آهي، جتي ڪا اقليت ايتري دولتمند به آهي جو سندن ٻارن جي ٽانسلز جا آپريشن به ٻاهرين ملڪن ۾ ٿين ۽ ڪا اڪثريت ايتري محروم به ٿي سگهي ٿي جو ڳوٺ کان شهر تائين پهچائڻ واري چند ڪلوميٽرن جو فاصلو طئي نه ڪرڻ تي پنهنجي زندگين ۾ ڪاري قيام جهڙا عذاب لاهي ڇڏين.

چاغي ۽ يوڪران جا بم ڌماڪا به ان ڪهاڻي جي حيرانگيءَ ۾ شامل آهن ته جتي عورتن کي وير جون معمولي سهولتون نه هجن، اُهي ٻئي ملڪ ائٽمي طاقت بڻجڻ جو مهانگو سودو ڪري رهيا هجن.

”مون کي ايئن لڳو ته ڄڻ اهو بم جو ڌماڪو نه هو ٻارهن سالن جي نينگرين جون شادي رات ٿيندڙ دانهون هيون. اها چاغي جي ٽڪري نه پر پاڪستان جي ڌرتي تي ٿيندڙ هڪ تمام وڏو فسٽيولا هو“.

افغانستان جي هرات کان گل زرين ۽ گل زرين کان عطر شيشي جي حميده ۽ حميده کان ننڍي جي موران تائين جا سڀ زخم هڪ هڪ ڪري پڙهندڙ کي ڏيکاريندي، سماجي اڻ برابريءَ تي سوال اٿاريندي، جنگين، زلزلن ۽ اذيت ڀريل زندگين جا نوٽس هڪ ڪتاب ڪهاڻي ۾ هن جاءِ ايئن موجود آهن جو هڪ پيرو جيڪڏهن ڪنهن انسان دوست يا عورت جي دل رکي پڙهجي ته ڊاڪٽر شيرشاهه جي لفظن ۾ ايئن محسوس ٿيندو ته

”مٽي تمام گهڻو مٽي هڪ شاهي فسٽيولا آهي، جتان موران جو پيشاب وهندو پيو اچي، منهنجي سامهون سنڌ جا.

پنجاب جا، پاڪستان جا چانڊيا، ٻگهيا، پٺا، ٽالپر، جوڻيجا، شاهہ، پير، لغاري، مزاري، سومرا ۽ چوڌري پنهنجي وڏين وڏين ٻڪن سان ٻيٺا آهن، جن کي پسائيندو، اهو پيشاب سندن پيشاني ۽ چهرن تان ڳڙندو، ٽپ ٽپ ڪندو سنڌ جي ڌرتي ۾ جذب ٿي رهيو آهي".

امر سنڌو

جام شورو

# عطر شيشو

ڪيس عطر شيشہ کان آندو ويو هو.

ايبٽ آباد کان مظفر آباد ويندي مانسهرا کان نڪري جڏهن جابلو سلسلو شروع ٿئي ٿو تہ وڏين چوٽين کي اورانگهي ندي، ڇهچ ساوڪ پريل ماٿرين مان گذرندي، جهرٽن، ندين، نالن جي ڪناري سفر ڪندي هڪ ننڍڙو ڳوٺ عطر شيشہ جي نالي سان ايندو آهي. عطر شيشہ پرسان واري ڪنهن ننڍڙي ڳوٺڙي مان ايڌي ايمبولنس جا رضاڪار ڪيس ڪٽي آيا هئا.

سندس ڪٽنب جو ڪوبہ فرد جيئرو نہ بچيو هو. نہ پيءُ، نہ ماءُ، نہ ڀاءُ، نہ ڀاڄائي، نہ ئي سندن ٽي ٻار. زلزلو سيني کي ڳهي ويو هو، فقط هوءَ ئي ان گهر مان جيئري بچي هئي. ڪيس زلزلي تہ ڪو نقصان نہ رسايو هو پر زلزلي کان هڪدم پوءِ جڏهن هوءَ پنهنجي پوري سگهہ سان پنهنجي ئي گهر جو ملبو هٽائي رهي هئي تہ ڍهندڙ گهر جي ڇت جو هڪ حصو مٿس اچي ڪريو ۽ سندس ٻئي ٽنگون ڀڄي پيون

مانسهري جي بي ڊي او اسپتال ۾ هوءَ بستري تي پيل هئي ۽ سندس بسترو پسيل هو ۽ منجهانس سخت بدبو اچي رهي هئي مون ئي هن کي سڀ کان پهرين ڇڪاسيو هو.

سندس ڄمار پنجٽيهہ ڇٽيهن سالن کان وڌيڪ نہ هئي. ان علائقي جي ٻين رهواسين جيان هوءَ بہ گوري چٽي ۽ سهٽي

عورت هئي. سندس بت تي ڪي چڱا ڪپڙا پاتل نہ هئا ۽ نہ ئي
سندس ڪنن، ڳچيءَ ۽ ٻانهن ۾ ڪنهن قسم جا زيور. ايڏي
ايمبولنس جي اسٽيريچر تي بيهوش هوندي جهيڻا ساهہ ڪڍي
رهي هئي.

ايڏي ايمبولنس جڏهن سندس ڳوٺ پهتي هئي تہ ڪچن
گهرن جون پٽيون ڊٺل هيون. انهن ننڍڙن ننڍڙن گهرن جا
رهواسي پنهنجي گهرن ٻاهران بيوسي ۽ بيڪسيءَ جي تصوير
بڻيل هئا. ڳوٺ جو واحد پڪو گهر بہ زمين تي سجدو ڪري
چڪو هو ۽ ان گهر جي اڪيلي جيئري بچي ويندڙ حميده بيبي
گهر جي هڪ ڀت ڪرڻ سبب پيرن کان هلڻ کان هلاڪ هئي
ڳوٺ وارن ڪيس ڀت جي ڀاڙ کان ڪڍي هڪ کٽ تي ليٽائي ڇڏيو
هو، جتي هوءَ سور وگهي مسلسل ڪنجهي رهي هئي.

ايڏي ايمبولنس ۾ موجود ڊاڪٽر حميده جي ٻنهي پيرن
هيٺان ڪانيءَ جا چپر هٽي، پيرن کي سڌو ڪري پٽيءَ سان ٻڌي
ڇڏيو هو ۽ سور کان بچاءُ جي انجيڪشن هٽي ڪيس مانسهري
جي بي ڊي او اسپتال اماڻيو هو. هڏين جي اصل حالت جو
اندازو تہ ايڪسري رپورٽ اچڻ کان پوءِ ئي ٿيڻو هو، سو فوري
طور تي رضاڪار نرسن ڪيس صاف سترا ڪپڙا پهرائي وارڊ
جي هڪ بستري تي ليٽائي ڇڏيو هو، اتيئي سندس پيرن جي
زخمن کي صاف ڪري پٽي ٻڌي وئي هئي ۽ اينٽي بايو ٽڪ
ذريعي تڪڙو علاج بہ شروع ڪيو ويو هو. في الحال سندس
هلڻ ڦرڻ محال هو تنهنڪري هڪ نرس ڪيس پيشاب جي نلڪي
هٽي ڇڏي هئي تہ جيئن ڪيس حاجت لاءِ اٿڻو ويهڻو نہ پوي

مون ڪيس سور ڪان بچاءُ جي هڪ ئي انجيڪشن هڻي ته جيئن ڪيس گهٽ ۾ گهٽ ايذاءُ ته نه رهي.

اسپتال ۾ لاڳيتو مريض ايندا رهيا سمورا بسترا ڀرجي وڃڻ ڪان پوءِ مريض زمين تي به ليٽيل هئا. هاڻ فقط زخمين جي مرهم پٽي ڪئي پئي وئي. وڏيڪ زخمي ايبٽ آباد ۽ اسلام آباد اماڻيا پئي ويا.

ٻه هزار پنج جي زلزلي وڏي تباهي آندي هئي. پاڪستان ۽ هندستان جي سرحدن جي ٻنهي پاسي، ڪشمير جي سهڻي ماڻريءَ ۾ زلزلا، طوفان، ٻوڏون، بسنت، خوشبو، گرمي، سردي ۽ هوا سرحدن جو احترام نٿا ڪن. پاسپورٽ، ويزا ۽ سفري دستاويزن جو خيال نٿا ڪن. جڏهن زمين هيٺان پاتال ۾ ڌرتيءَ جا پرت پاڻ ۾ ٽڪرائجن ٿا ته انهن جو اثر مٿي تائين اچي ٿو. زمين ڌڏي ٿي، جبل پور پور ٿيو پون، ٽڪريون ٽڙڪيو پون، نديون، نالا ۽ دريا رستو مٽايو ڇڏين، اهي ڌرتيءَ مٿان ڇڪيل ليڪ، ڪنٽرول لائين ۽ جهنڊن جو به خيال نه رکندا آهن. بلڪل خوشبو جيان جيڪا پاڪستاني هندستاني نه هوندي آهي، جيڪا هندو مسلمان ناهي، جيڪا وهابي ديوبندي ناهي، جيڪا شيعا سني ناهي، خوشبو ته بس خوشبو ئي هوندي آهي بلڪل بدبو وانگر هڪ جي پذيرائي ڪئي ويندي آهي ته ٻئي کي ڌڪاريو ويندو آهي.

ٻه هزار پنج واري زلزلي ۾ به اهوئي ٿيو هو. سرحد جي ٻنهي پاسي لکين گهر ڊهي پيا هئا، جبلن ۽ ماڻرين جو نقشو ئي مٽجي ويو هو ۽ دريا پنهنجي واٽ وساري وينا هئا. نه ڄاڻ

ڪيترا هزارين ماڻهو پنهنجون جانيون وڃائي ويٺا. ٻئي ملڪ پنهنجي مضبوط فوجن، هٿيارن جي انبارن ۽ ائٽم بمن هوندي به پنهنجي زخمي، ڪنجهندڙ، تڙڦندڙ شهرين جي واهر لاءِ نه پهچي سگهيا. مائرن پنهنجي ٻارن کي پنهنجي هٿن ۾ ليلائيندي مرندي ڏٺو، تازا ڄاول ٻار زخمي ۽ مرندڙ مائرن جي ڇاتين سان چنبڙي امداد جي راهه تڪيندا رهيا.

سرحدن جي ٻنهي پاسي ان قسم جا انيڪ داستان ٻڌڻ لاءِ مليا هئا. انسان جڏهن پيدا ٿئي ٿيو تڏهن به مجبور هو، هاڻ جڏهن جوان ٿي ويو آهي تڏهن به مجبور آهي. آءُ جيون جي انهيءَ ڪتراڪ کي سمجهڻ کان قاصر هئس.

ٻئي ڏينهن ايڪسري جون فلمون اچڻ تي پتو لڳو ته حميده جي ٻنهي ٽنگن جون گوڏن کان هيٺ واريون ٻئي هڏيون ڀڳل هيون اسپتال ۾ ڪراچي ۽ لاهور مان هڏين جا ماهر ڊاڪٽر پهتل هئا تن جو خيال هو ته جيڪڏهن هينئر ئي ٻنهي ٽنگن تي پلاسٽر هڻبو ته ٿورڙن ڏينهن ۾ هڏيون جڙي وينديون. پلاسٽر لهڻ کان پوءِ فزيو ٿراپيءَ ذريعي حميده بيبيءَ کي پيهر هلڻ ڦرڻ لائق ڪري سگهجي ٿو.

پلاسٽر جي تياري پئي ٿي جو نرس مون کي ٻڌايو ته پيشاب جي نلڪيءَ هوندي به حميده بيبيءَ جو پيشاب هر وقت ٽمندو ٿو رهي. سندس خيال هو ته پلاسٽر لڳڻ کان پوءِ ته ڪيس بستري تي ئي رهڻو پوندو ۽ پيشاب ٽمي پلاسٽر اندر هليو ويندو ۽ ان سان ٻيا مسئلا به پيدا ٿي پوندا

اها نرس آسٽريليا مان زلزلي جي متاثر ٿيلن جي واهر لاءِ

آئي هئي. جڏهن ايبٽ آباد، پشاور، اسلام آباد جا تمام گهڻا
ڊاڪٽر پنهنجا خانگي مريض چڪاسي رهيا هئا، جڏهن ڪراچي ۽
لاهور جهڙن وڏن شهرن جا وڏا ڊاڪٽر ڪئمپن ۾ پنهنجون
تصويرون ڇڪرائي ۽ فلمون پرائي رهيا هئا ته آسٽريليا جي
هڪ نرس پنهنجي اسپتال کان هزارين ميل پري، دوائون ۽ پئسا
گڏ ڪري پاڪستان جي زلزلي سٽيل علائقي ۾ ماڻهن جي واهر
لاءِ آيل هئي.

سڄو علائقو ڪيوبا، فرانس، جرمني، ترڪي، ايران،
روس، سعودي عرب، گڏيل عرب امارات، جارجيا، اٽلي ۽ ٻين
انيڪ ملڪن جي ڊاڪٽرن ۽ نرسن سان سٽيل هو، نه ڄاڻ ڪٿان
ڪٿان جا ادارا خيرات ۽ امداد ڪٺي آيا هئا. ايئن نه هو ته ڪو
پاڪستان جا ڊاڪٽر نه هئا پر اوترا نه آيا هئا جيترا هئڻ گهربا
هئا. زلزلي انسانن جو ٻيو روپ به وائکو ڪيو هو جيڪو
افسوسناڪ به هو ته خطرناڪ پڻ.

زلزلي کان هڪدم پوءِ ايڌيءَ جي رضاڪارن سان گڏ
مظفرآباد پهچڻ تي پتو لڳو هئم ته زلزلي جي ٻئي ڏينهن جڏهن
ملبي هيٺان ڪنجهندڙ ، موت جي چائنٺ تي پهتل ماڻهن
سڏڪي رهيا هئا ته ڪجهه ماڻهو تباهه ٿيل موٽر گاڏين مان ٽيڻا،
ٽيپ ريڪارڊر ۽ ٻيو سامان انتهائي منظم طريقي سان ڪڍي
رهيا هئا، ڊٺل گهرن مان، جن جا رهواسي مري يا پيچي ويا هئا،
ٽرڪن ذريعي سامان لٽيو ويو هو. جڏهن سڄي ماتريءَ ۾ مئلن،
ملبي هيٺان دٻيل ماڻهو جي جسمن جي ڌپ پکڙجي رهي هئي ته
ان وقت ڪجهه ماڻهو انهن مئلن جي سهڻين نياڻين ڪي امداد

جي بهاني بيوقوف بڻائي اغوا ڪري رهيا هئا. ننڍن ننڍن معصوم ٻارن جي کيپ پاڪستان جي ٻين شهرن ۾ پهچائي وئي هئي.

زمين هيٺان دٻيل ماڻهو ڳري سڙي مري رهيا هئا جن جي ڌپ وڳهي فضا ڳوري ٿيل هئي پر زمين تي سڙيل روح وارن جيئرن ماڻهن جي بدبو ڪنهن کي به محسوس نه پئي ٿي. حڪومت چڱو ڪيو جو ڪشميري ڇوڪرين ۽ ٻارن جي اچ وڃ تي پابندي هڻي ڇڏي نه ته عرب دنيا جي بازارن ۾ انهن جا هشام لڳي وڃن ها ۽ عرب شيخن جي حرم ۾ اهي ڪشميري ڪليون پهچايون وڃن ها.

نرس پٽريشيا جي ڊيان ڊيارٽ تي جڏهن حميده سان ڳالهايوسين ته هن ٻڌايو ته سترهن سال اڳ ڪيس پهريون ٻار مئل ڄائو هو، ان کان پوءِ ڪيس پيشاب ٺمڻ جي اها بيماري ٿي پئي هئي. هر وقت پيشاب ٺمڻ ڪري ڪيس سندس مڙس ڇڏي ڏنو هو جنهن ڪان پوءِ هوءَ پنهنجي مائٽن وٽ عطر شيشه ۾ پئي رهي.

ٿورا ڏينهن ته هوءَ گهر ۾ رهي پر منجهانس لاڳيتو بدبو اچڻ ڪري سندس ياجائي هن لاءِ گهر کان ٻاهر هڪ ڪچو ڪمرو ٺهرايو هو جنهن ۾ هوءَ پنهنجي پيشاب ۾ ٻڏل جسم ۽ بدبو سان رهندي هئي. شايد اهو ئي مناسب انتظام هو. شڪر آهي جو ڪيس گهران تڙيو نه ويو، ماڻهو ته اهو به ڪندا آهن.

ان رات به هوءَ پنهنجي ٻاهرين ڪمري ۾ هئي جو زلزلو آيو. جڏهن ڌرتي ڏڏي، جڏهن جبل ڍير ٿيا، ماڙيون وڪرجي

ويون، عمارتون ڊهي پيون، ماڻهو اجڙي ويا.

مرڻ تہ مون کي گهريو هو، ڊاڪٽر صاحب! منهنجي زندگي تہ هونئن ئي بيڪار آهي. آءُ بچي ويس ۽ هو سيئي مارجي ويا. سندس نيڻن مان وسندڙ ڳوڙهن جون لڙيون سندس ڳلن کي لاڳيتو پسائي رهيون هيون هو سيئي تہ نيڪ هئا، سندن جسم ۾ تہ ڪا بہ خرابي نہ هئي، پيشاب منهنجو ٿي ٽميو، ناپاڪ آءُ هئس ۽ مري هو ويا. هوءَ آهستي آهستي پار ڪيندي رهي.

سندس اندروني چڪاس ڪيم تہ پتو لڳو تہ سندس پيشاب جي ڳوٿريءَ تي تقريباً هڪ سينٽي ميٽر جو سوراخ آهي جتان لاڳيتو پيشاب ٽمي رهيو هو. اهو تہ انتهائي معمولي سوراخ هو. مشڪل سان اڌ ڪلاڪ جي آپريشن ۾ نيڪ ٿي سگهندڙ. منهنجو من ڦسي پيو. سترهن سالن کان هيءَ مائي گهر جي ٻاهران جانورن جي وٿاڻ ۾ جانورن جيان رکيو ان ڪري پئي رهي جو ڪو ڪيس ڪنهن سرجن ڏانهن نہ وٺي ويو، جتي ڪنهن وڏي خرچ کان سواءِ هوءَ نيڪ ٿي وڃي ها. پوءِ نہ سندس مڙس کيس ڇڏي ها نہ هوءَ ساهراڻو گهر ڇڏي پيڪن ۾ اچي ها ۽ نہ ئي کيس گهر جي ٻاهران ڪچي ڪمري ۾ رهڻو پوي ها. سندس ٻار هجن ها، گهر هجيس ها ۽ هوءَ بہ سمورين خوش باش مائرن وانگر پنهنجي ٻارن سان پنهنجي گهر راضي خوشي رهي ها. ان مهل مون اهو نہ سوچيو هو تہ جيڪڏهن گهر ۾ رهي ها تہ شايد زلزلي ۾ مري وڃي ها.

تو کي ڪو ڪنهن ڊاڪٽر وٽ نہ وٺي ويو، علاج لاءِ، آپريشن لاءِ تہ جيئن تون نيڪ ٿي سگهين؟ مون کائنس پڇيو.

وٺي هئس ڊاڪٽر صاحب! امان بابا وٺي ويا هئا مون کي.
ڊاڪٽرن جي ڪا ٽيم آيل هئي فرانس مان جيڪا مظفرآباد جي
فوجي اسپتال ۾ ان بيماريءَ جو علاج ڪري رهي هئي. بابا ٿي
ڪي ڪنهن ٻڌايو هو ۽ اسين عطر شيشه ڪان اتي پهتا هئاسين
پر ان ڏينهن ئي ڊاڪٽر اتان واپس هليا ويا هئا. فوجي اسپتال ۾
پنجيتاليهه مريضن جا هنن آپريشن ڪيا هئا. سموريون مايون
موجود هيون ۽ سيئي ٺيڪ ٿي ويون هيون منهنجو ته ان وقت
به ڀاڳ خراب هو. ڪجهه به نه ٿي سگهيو ۽ اسين واپس موٽي
آياسين ان ميد ته ٻن سالن ڪان پوءِ ڊاڪٽر ٻيهر ايندا بابا لاڳيتو
پڇا ڪندو رهيو پر نه ڊاڪٽر واپس آيا ۽ نه ئي منهنجو علاج
ٿيو.

پر اسان سندس آپريشن ڪري ڇڏي. پهرين ڪيس ڪراچي
منتقل ڪيو ويو، پوءِ ٻنهي پيرن جي آپريشن ڪري لوهي پٽين
سان ٽنل هڏين کي جوڙيو ويو جيئن پلاسٽر جي ضرورت نه
رهي آپريشن جي ٽين چوٿين ڏينهن ئي هوءَ سهاري سان هلڻ
ڦرڻ شروع ٿي وئي. ڇهن هفتن ڪان پوءِ پيشاب جي ڳوٿريءَ
جي آپريشن جي به رٿابندي ڪئي وئي.

ڪراچيءَ ۾ ئي سندس پيشاب جي ڳوٿريءَ جو آپريشن
ڪيو ويو ۽ ٽن هفتن ڪان پوءِ سندس پيشاب ٽمڻ بند ٿي ويو.
هوءِ ٻيهر هڪ مڪمل عورت بڻجي چڪي هئي.

سندس پڦي ڪيس ڇنا ٻنا ڪان وٺڻ آئي هئي. عطرشيشه ڪان
پري مظفرآباد پرسان هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ هوءَ پرڻجي وئي هئي.
حميده ٻيبي سندس پاءُ جي ڪٽنب جي آخري نشاني هئي.

اسپتال کان گهر وڃڻ وارو منظر انتهائي جذباتي هو. نئين وڳي جي صاف سٿرن ڪپڙن ۾ ٽن وڏن آپريشنن ۽ زلزلي جي پيڙا ۾ هيانءُ اڌ هوندي به حميده انتهائي سهڻي لڳي رهي هئي. هن لاءِ اسپتال ۾ ڪيڪ ڪاٽيو ويو هو ۽ پنل نيٽن سان نرسن ڪائنس موڪلايو هو.

اسپتال ۾ ٻه ٽي مهينا رهندڙ مريضن جي نرسن سان دوستي ٿي ويندي آهي ۽ اڪثر اهڙيون دوستيون سڄي سڄي ڄمار هلنديون آهن. مون کي لڳو هو ته ڄڻ هوءَ به اسان جي اسپتال جي نرسن جي سدائين ساهيڙي رهندي

تقريباً ڏيڍ سال کان پوءِ جڏهن زلزلي کي ٻه سال ٿئي ڪجهه مهينا گذريا هئا ۽ ان ڏينهن تي هوءَ به اسان کي ياد آئي هئي ۽ پوءِ ڪيس وساري ويٺا هئاسين جو هڪ ڏينهن منجهند جو آءُ اسپتال مان نڪري رهيو هئس ته هوءَ اچي پهتي، پنهنجي مڙس سان گڏ.

ڪيس ڏسندي ئي سڃاڻي ورتومانس ۽ هڪدم سمجهي ويس ته هوءَ ڳورهاري آهي. مون کي ياد آيو ته سندس پڦيءَ کي سمجهايو هئم ته جيئن به ممڪن ٿي سگهي حميده بيبيءَ جو وهان ڪري ڇڏيو.هوءَ بلڪل نارمل آهي، ڪيس ٻار به ٿي سگهي ٿو بس اهو ڪرڻو پوندو جو سندس ويم اسپتال ۾ ڪرائبو. هوءَ پنهنجي مڙس سان ويم لاءِ ئي آئي هئي.

سڄي اسپتال ڪيس هٿو هٿ ورتو. سندس مڙس زاهد به پلو ماڻهو هو ۽ حد کان وڌيڪ ڳالهائو پڻ. زلزلي ۾ سندس زال ۽ ٻئي ٻار مارجي ويا هئا. هو ڪنهن ڪم سانگي تنهن رات

پنڊي ويل هو ۽ پويان بالاڪوٽ ۾ سندس گهر زمين بوس ٿي
ويو هو. هو حميده بيبيءَ جي پڦيءَ جو ساهراڻو مائٽ هو.
حميده سان پرڻجي هو انتهائي خوش هو، حمل جي چاليهين
هفتي مون ئي آپريشن ذريعي سندس ويم ڪرايو هو. حميده جو
پيو، زاهد جو ٽيون ۽ ٻنهي جو پهريون جيئرو اولادهو ٻئي دير
تائين روئندا ۽ کلندا رهيا.
اسپتال مان موڪل کان هڪ ڏينهن اڳ هو ٻئي منهنجي
ڪمري ۾ مون لاءِ مٺائي جو دٻو کڻي آيا هئا. حميده بيبيءَ وٽ
منهنجي زال لاءِ پرت پريل هڪ سهڻو چولو به هو.
اسين دير تائين ڪچهري ڪندا رهياسين. آءُ به تنهن ڏينهن
واندو هئس سو ڳالهه مان ڳالهه پئي نڪتي. ڪشمير جون
ڳالهيون، مانسهري ۽ ايبٽ آباد جا قصا. زلزلي واري صبح جو
آلاپ، بالاڪوٽ ڪيئن زمين ۾ غرق ٿي ويو، هاڻ ماڻهو ڇا پيا
ڪن، سرڪار ماڻهن کي پئسا ڏوڪڙ ڏنا آهن، اسڪول نئين
سرپيا ٺهن، رستا ٻيهر رونق پريا پيا ٿين ۽ سياسي ماڻهو
سرڪاري ماڻهن سان گڏجي قرلٽ به ڪري رهيا آهن.
ڳالهين ڳالهين ۾ هن مون کي ٻڌايو ته سوين سال اڳ هڪ
قافلو مظفر آباد ويندي جبلن ۾ هڪ ماتريءَ ۾ رات گذارڻ لاءِ
ترسيو. صبح جو جڏهن قافلو تيار ٿي نڪتو ۽ اڌ ڏينهن جو سفر
پورو ڪيائين ته قافلي جي سالار جي ڌيءَ پنهنجي پيءُ کي
ٻڌايو ته پوئين ٽاڪ تي نديءَ ڪناري هوءَ پنهنجي عطر جي
شيشي ۽ آئينو وساري آئي آهي. سندس نيڻن ۾ ترنڊڙ ڳوڙهن
قافلي جي راهه ڪوٺي ڪري ڇڏي ۽ ان مهل ئي جهنگ ۾ لڏو

لاهي ۾ پيادا روانا ڪيا ويا تہ جيئن ڇوڪريءَ جو آئينو ۽ عطر جي شيشي ڪٽي اچن.

اهو صديون پراڻو واقعو آهي، ڊاڪٽر صاحب! ان وقت اسان جا بزرگ پنهنجي نياڻين جو ايئن خيال رکندا هئا. ان واقعي کان پوءِ ان جاءِ جو نالو ئي عطر شيشہ پئجي ويو . اڄ جي عطرشيشہ ۾ حميده بيبي سترهن سال زلزلي جو انتظار ڪندي رهي. زلزلو آيو تہ ايڏيءَ وارا آيا. هنن جي ڪري اوهين مليا ۽ اوهين مليا تہ آپريشن ٿيو ۽ حميده اڄ ڀيهر جيئري آهي.

عطر شيشہ جهڙن هزارين ڳوٺن ۾ بالاڪوٽ کان باغ تائين، بشام کان سوات تائين، ڳڙهي دوپٽہ کان چڪوٺي تائين سرحدن جي هن پاسي آزاد ڪشمير ۾ ۽ سرحدن جي هن پار غلام ڪشمير ۾ اسان جي نياڻين سياڻين لاءِ ڪو انتظام ناهي. هو پار چڙهندي مري ٿيون وڃن، سنڌ ٿيو پون، گهائجيو پون، سندن جسمن ۾ سوراخ ٿيو پون، سندن پيشاب ٿمندو ئو رهي.

سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويو، انهن ڳوٺن ۾ سرحد جي ٻنهي پاسي اڃان وڏيڪ زلزلن جي ضرورت آهي ڊاڪٽر صاحب! حميده جهڙيون انيڪ ڇوڪريون پنهنجي گهاون جي پيشاب وگهي جيئري ئي مئلن کان بدتر آهن. شايد ڪو ٻيو زلزلو اچي کين نجات ڏياري

آءُ حيران نظرن سان ڪيس تڪيندو رهيس.

# ناسور

لاڙڪاڻو ته شهر ئي وزيرن، وڏن وزيرن ۽ وزير اعظمن
جو هو ۽ ان سان گڏ موهين جو دڙو جو رومانس، هزارين سال
پراڻي سڀيتا جا آثار جنهن بابت مون گهڻو ڪجهه ٻڌو ۽ پڙهيو
هو. انهيءَ لاڙڪاڻي گهمڻ جي نينڊ منهنجي لون لون ۾ جڻ
ڏيائيون جرڪائي ڇڏيون هيون

ورهين گذريا جو ڊاڪٽر ٻڻجڻ ڪان پوءِ پاڪستان ڇڏي لندن
۾ جو اچي ٽانيڪو ٽيس ته ٻيهر ڏيهه ورڻ ئي نه ٿيو. وارتائون
ئي ڪجهه اهڙيون پيش ايندئون رهيون جو پاڪستان سان
سمورا لڳ لاڳاپا ختم ٿي ويا هئا. ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ اجان
ٽين سال جو شاگرد هئس جو بابا اعلان ڪري ڇڏيو هو ته
منهنجو وهان نجما سان ٿيندو. نجما منهنجي وڏي چاچي جي
ڌيءَ هئي، منهنجي هم ڄمار ته هئي پر منهنجي منجهس ڪا به
دلچسپي نه رهي هئي. سچ ته اهو آهي ته مون شادي وهان جو
ڪڏهن سوچيو ئي نه هو. بابا جي پنهنجي وڏي ڀاءُ سان انتهائي
عقيدت هئي. ٿي سگهي ٿو ته ان زماني ۾ ڀائرن جو ناتو ئي
ڪجهه اهڙو هوندو هجي جو اولاد سندن خواهشن آڏو سيس
نمائي ۽ سندن احترام ڪٽنب جي ٻين روائتن ۽ سنگن سياڻپ
کان مٿيرو هجي. هڪ ڏکهي سرد جنگ کان پوءِ مون ڪوڙو
وعدو ڪيو ته شادي نجما سان ئي ڪندس ۽ پوءِ ڊاڪٽري پاس

ڪري وڏيڪ تعليم پرائڻ لاءِ انگلينڊ هليو آيس.

لنڊن پهرين ڏينهن ئي منهنجي من ۾ ڪاٽ هڻي ويو. ننڍڙن گهرن، ٿڌ ۽ انتهائي بيحس ماڻهن هوندي به لنڊن جي هر رنگ کي پسند ڪرڻ لڳيس. آيو ته سرجن ٿيڻ هئس پر نه ڄاڻ ڇا ٿيو جو هيمر سمٿ اسپتال ۾ ڪم ڪندي عورتن جي بيمارين سان دلچسپي ٿي پيم. شايد ان جو سبب اهو هو ته عورتن جي شعبي جو هڪ ڊاڪٽر نيل ڪوئن ايڏو شاندار ماڻهو هو جو ان کان متاثر ٿي ويس ۽ ڳالهين ڳالهين ۾ مون کي راضي ڪري ورتائين ته سرجريءَ بدران گائنيءَ جو امتحان ڏيان مون امتحان به ڏنو ۽ پاس به ٿي ويس. ان کان پوءِ مون کي نوڪريون ملنديون رهيون ۽ ڪوئين شارليٽ، ڪنگس ڪاليج ۽ سينٽ جارج اسپتال ۾ تربيتون پرائيندو آءُ به گائنا ڪولاجسٽ بڻجي ويس.

نجما جي ڏپ ۽ بابا جي ڇڙ کان ڏڄي لنڊن ۾ ئي ٽانيڪو رهيس ڪنسلٽنٽ جي نوڪري نهاري رهيو هئس جو ٿورڙن ئي ڏينهن ۾ سري واري علائقي ۾ مستقل نوڪري ملي ويم. نوڪريءَ جي شروعاتي ڏينهن ۾ ئي شيوان سان ملاقات ٿي هئي.

زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ايئن ٿيندو آهي جو اوهين ڪنهن سان گڏبا آهيو، ڪنهن کي ڏسندا آهيو ۽ اک ڇنڀ ۾ بنان ڪنهن سبب جي هو اوهان جي وجود کي فتح ڪري ڇڏيندو آهي، اوهان تي ڇانئجي ويندو آهي ۽ اوهين مڪمل طور تي ڪائنس واسجي ويندا آهيو. مون سان به ايئن ئي ٿيو. شيوان منهنجي جيون ۾

کنهن رٿابنديءَ کان سواءِ اوچتو ئي اوچتو آئي ۽ پهرين ڏينهن ئي فيصلو ڪري ورتم ته منهنجي زندگيءَ جي مهاڙ شيوان جي هٿ وس هوندي

اهو فيصلو انتهائي ڏکيو هو، منهنجي لاءِ به ته شيوان لاءِ به مون کي پتو هو ته اهو فيصلو ڪرڻ ان لاءِ به ضروري هو ته جيستائين آءٌ نه پرڻبس نجما به ڪنواري رهندي، منهنجي ڪنهن فيصلي کان پوءِ ئي چاچو ۽ بابا نجما لاءِ ڪو سنگ ڳولهيندا

منهنجي خط ۽ فيصلي جو ڌماڪيدار جواب آيو. مون کي عاق ڪيو ويو ۽ تاڪيد ڪئي وئي ته پنهنجي منحوس شڪل سان ڪڏهن به پنهنجي مائٽن آڏو نه اچان. آءٌ هنن لاءِ جيئري ئي مري چڪو هئس. مون کي اندازو ئي نه هو ته منهنجا مائٽ پنهنجي سڪيلڌي اولاد سان ايئن به ڪري ٿي سگهيا. منهنجو ڏوهه ئي ڇا هو. فقط پنهنجي پسند جي شادي

اهو ڏينهن مون کي چڱي ريت ياد آهي جڏهن خط مليو هئم ته شيوان به مون سان گڏ هئي. هن محسوس ڪري ورتو هو ته آءٌ انتهائي شديد جذباتي اٿل پٿل جو شڪار ٿي پيو هئس. نه ڪجهه ڳالهائي پئي سگهيس نه سوال ٿي پڇي سگهيس ۽ نه ئي ورندي ٿي ڏئي سگهيس. نه ڄاڻ ڪيتري دير تائين سندس هنج ۾ روئندو رهئس، ڪڙهندو رهيس.

شيوان جا مائٽ ڪنهن پاڪيءَ سان پنهنجي ڌيءَ جي وهانءُ تي خوش نه هوندي به راضي ٿي ويا ۽ هوءَ منهنجي زندگيءَ جي ٻن چئن ۾ بسنت جيان ڇانئجي وئي. هوءَ اسڪول ۾ پڙهائيندي هئي انتهائي ٻاجهاري من ۽ دل جي مالڪ هئي. سچي زندگي

اسرندڙ ٽين دنيا لاءِ ئي ڪم ڪندي وقت گذاريو هئائين. هوءَ ڪينيا جي شيدين جي اسڪول ۾ رضاڪاراڻي طور تي پڙهائيندي هئي. ڏکڻ افريڪا جي آزاديءَ واري جنگ لاءِ لنڊن ۾ ٿيندڙ مظاهرن جي سرواڻ رهي هئي. تنزانيا جي جوزف نريري جڏهن برطانوي چانهه ڪمپنين خلاف بغاوت ڪندي پنهنجي سر برطانوي عوام تائين چانهه پهچائڻ جو فيصلو ڪيو ته شيوان تن ۾ من سان لنڊن جي ايڪشن ڪميٽيءَ ۾ سرگرم ٿي وئي هئي. هوءَ ايمنسٽي انٽرنيشنل جي سرگرم ڪارڪن هئي. عديس ابابا ۾ ڊاڪٽر هملٽن جي فسٽيولا اسپتال لاءِ سڄو سال چندو گڏ ڪندي رهندي هئي. شيوان فقط تن جي سندر ئي نه پر خوبصورت دل ۽ دماغ جي پڻ مالڪ هئي. ايئن ٿي لڳو ته ڄڻ يورپ ۾ ٽين دنيا جي ڪا عورت ڄائي آهي. اهڙا ماڻهو دنيا ۾ ورلي ئي ٿيندا آهن.

پاڪستان سان منهنجو تعلق ختم ئي ٿي ويو هو. مون کي نجما جي شاديءَ جو اطلاع مليو هو. بابا ۽ امان گذاري ويا ته پوءِ ڪراچي ۽ پاڪستان سان ڪهڙو سنگ سياپو. رشتن ناتن جي ٽٽڻ جي باوجود پاڪستان سان هڪ ڳانڍاپو ضرور قائم هو. ريڊيو تي پاڪستان بابت خبرون اينديون هيون ته ضرور ٻڌندو هئس. ٽيليويزن تي پاڪستان متعلق پروگرام ڏسڻ لاءِ وقت ڪيندو هئس ۽ اخبارن جون ان بابت خبرون ۽ تجزياتي رپورٽون پڙهڻ ڪڏهن به نه وساريم. پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ جنگ لڳي، اوڀر پاڪستان بنگلاديش بڻجي ويو، هندستان ائٽم بم جو ڌماڪو ڪيو، پاڪستان به بم ناهي رهيو آهي، پاڪستان ۾ فوج

اڇي وئي وغيره وغيره، هر خبر جي اهميت هئي مون وٽ
سنگن سياپن جي تنڻ کان پوءِ هڪ ٻيو ئي عجيب ناتو جڙي
ويو هو. ڪڏهن ڪو پراڻو سنگي ساٿي ملندو هو ته پاڪستان
جون ئي ڳالهيون ٿينديون هيون. ڪشميرين جي حقن جون
ڳالهيون ۽ دنيا جي اٿڄاٽائي جو روح پٽڪو ته اسرائيل ته بم
ناهي سگهي تو پر پاڪستان کي ان جي اجازت ناهي. پاڪستان
سان ناتو دلچسپ به هو ته عجيب به. ايٽمي جنگ جو مخالف
هوندي به منهنجو خيال هو ته هندستان سان گڏوگڏ پاڪستان وٽ
به ائٽم بم هئڻ گهرجي.

آءُ ۽ شيوان زندگيءَ جو ڀرپور لطف ماڻي رهيا هئاسين. ٻه
ٻار هئا اسان جا، زندگي ڪامياب هئي، خوشي ڇڻ ته اسان جو
پاڳ ٻڌيل هئي. زندگيءَ کان وڌيڪ ڪا سڌ اڄائي هئي.

اسين سال ۾ ٻه موڪلون ضرور گذاريندا هئاسين، هڪ
ڀيرو ٽين دنيا جي ڪنهن غريب ملڪ ۾ ۽ ٻيو ڀيرو يورپ
امريڪا جي ڪنهن من موهيندڙ ماڳ تي. شيوان جو خيال هو ته
ٻارن کي هر قسم جي جاءِ ڏيکارڻ گهرجي. هڪ ڀيرو اسين
عديس ابابا وياسين. هزارين سال پراڻو شهر جتي ڊاڪٽر هملٽن
جي فسٽيولا اسپتال به هئي. اها اسپتال افريڪا جي ڏکاريل
عورتن جي پناهه گاهه هئي. افريڪا جي انهن علائقن ۾ جت نه
ڊاڪٽر آهن، نه مڊوائف، نه اسپتالون ۽ نه وري جيئري رهڻ جون
سهولتون غربت جو نانگ آهي جنهن سان ڏنگيل ماڻهو زندگي
گذارڻ بدران پوڳين ٿا. اهڙن هنڌن تان جتي جوان ڇوڪريون
شاديءَ کان پوءِ حمل دوران ٻار ڄڻڻ ۾ ناڪام ٿيون ٿين ۽ جڏهن

مئل ہار ڪيترائي ڏينهن گذرڻ ڪان پوءِ جمندو آهي ته پيشاب جي ڳوٺريءَ ۾ سوراخ به ڪري ڇڏيندو آهي. پوءِ ٿورڙن ڏينهن ڪان پوءِ هر وقت پيشاب ڳاڙيندڙ اِهي ڇوڪريون، گهرن ڪان نيڪالي ڏنل زالون نه ڄاڻ ڪهڙين ڪهڙن راهن تان لنگهي ۽ نه ڄاڻ ڪيترو فاصلو ڪري ان اسپتال ۾ ايندين آهن ۽ هتي سندن فسٽيولا، اهو سوراخ ٺيڪ ڪيو ويندو آهي. مون اهڙين ئي تاراج ٿيل ڇوڪرين کي هتي ايندو ڏٺو ۽ انهن ڏڪاريل راڻين جي چهرن تان ڪسيل مرڪ واپس ايندي به ڏٺي. اهو تجربو انتهائي شاندار هو. مون کي پهريون ڀيرو احساس ٿيو ته شيوان ڪيڏو وڏو ڪم ڪري رهي آهي. ان اسپتال لاءِ پئسا گڏ ڪرڻ ڪان وڏي ٻي ڪهڙي عبادت ٿي سگهي ٿي؟ مون کي مٿس اڻ ميو پيار آيو.

پوءِ شيوان جي اسڪول جي موڪلن ۾ اسين هر سال ايٿوپيا ٿي وياسين. مون به ٻه هفتا ان اسپتال ۾ رضاڪاراڻي طور ڪم ٿي ڪيو ۽ روزانو پنج ڇهه آپريشن ٿي ڪيم. ٻن هفتن جي انهيءَ ڪم مان جيتري خوشي ٿي ٿيم اوتري انگلينڊ ۾ سڄو سال ڪم ڪرڻ مان به نٿي حاصل ٿي. انگلينڊ ۾ فسٽيولا جو مسئلو ته هوئي نه. ٽيهه پنجٽيهه سال انگلينڊ ۾ ڊاڪٽري ڪرڻ دوران مون ان جو هڪ به مريض نه ڏٺو هو. انگلينڊ ۽ يورپ جون عورتون ذلت جي انهيءَ بيماريءَ ڪان ورهين اڳ نجات ماڻي چڪيون هيون هيءَ بيماري ته افريڪا ۽ ايشيا جي انهن ملڪن جي عورتن جو ڀاڳ هئي جتي دولت هوندي به غربت هئي. جتان جا مون جهڙا ڊاڪٽر جيڪي ان جو

علاج ڪري پئي سگهيا سي لنڊن ۾ ڪنهن شيوان، ڪنهن جوزفين سان سک ۽ چين واري زندگي گذاري رهيا هئا. انگلينڊ مون کي گهٽو ڪجهه ڏنو هو. شيوان منهنجي زندگي هئي پر نه چاهيندي به اهي خيال منهنجي من ۾ واسو ڪندا رهيا. پنهنجي ديس کان ٻاهر رهندڙن جو ناتو ڪڏهن ٽٽندو ناهي. اهو چڻ ته اوور جو ناتو هجي جنهن جو نشان سڄي حياتي بنيادي ڳانڍاپي جي ياد ڏياريندو ٿو رهي.

هڪ ڏينهن اسپتال ۾ نذير سومرو ملڻ آيو هو. پاڪستان سان تعلق رکندڙ اهو ڊاڪٽر لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ هڪ ڪورس ڪري رهيو هو. گڏوگڏ هو لنڊن ۾ ئي پاڪستانين کان چندو ميڙي لاڙڪاڻي جي اسپتال ۾ فسٽيولا جي آپريشن لاءِ هڪ ميڊيڪل ڪئمپ ڪرائي رهيو هو. مون کي پهريون ڀيرو پتو لڳو ته پاڪستان ۾ به ڇوڪريون ان مرض جو شڪار آهن ۽ هو ان ڏس ۾ ئي مون سان ملڻ آيو هو.

نذير ٻڌايو هئم ته سنڌ جي ڳوٺن ۾ انيڪ ڇوڪريون فسٽيولا جي انهيءَ عذاب هٿان جيئري موت کان بدتر زندگي گهاري رهيون آهن. نذير کي پتو لڳو هو ته آءُ هر سال عديس ابابا وڃي ان جا آپريشن ڪندو آهيان سو مون کي دعوت ڏنائين ته لاڙڪاڻي واري انهيءَ ڪئمپ لاءِ به ڪجهه ڏينهن ڪم ڪريان شيوان جو به اهو خيال هو ته اسان کي ضرور وڃڻ گهرجي اسان هنهي هائوڪار ڪئي. مون کي ان فيصلي کان پوءِ انتهائي سرهائي محسوس ٿي. اهڙي سرهائي جيڪا ڪنهن دل گهرئي دوست جو ڪو پراڻو قرض موٽائڻ تي ٿيندي آهي.

پاڪستان ۾ هاڻ منهنجو ڪوبہ نہ هو. بابا، امان ۽ چاچي جي گذاري وڃڻ کان پوءِ نجما سان ڪو تعلق نہ رهيو هئم. مون کي نہ پتو ئي نہ هو تہ هوءِ اڄڪلهہ ڪٿي ٿي رهي؟ دوست پاڪستان ۾ ڪو بچيو ئي نہ هو. ميڊيڪل ڪاليج جا منهنجا هم ڪلاسي امريڪا ۾ هئا يا انگلينڊ ۾. پاڪستان سان فقط خبرن جو تعلق هو. ريڊيو جو هڪ رشتو ۽ ٽيليويزن جو هڪ واسطو. پاڪستان بابت مون کي ڪيترين ئي ڳالهين جو اندازو هو پر مون اهو سوچيو ئي نہ هو تہ اتي بہ ڇوڪريون حمل دوران انهن ئي پيڙائن جو شڪار ٿين ٿيون جيڪي ايٿوپيا، تنزانيا ۽ يوگينڊا جي عورتن جو ڀاڳ آهن. اهي تہ ذڪر سٽايل ملڪ هئا، اتي تہ اهو ممڪن آهي، پاڪستان ۾ اهو نہ ٿيڻ گهربو هو. آءُ افريڪا جي رڻ پٽن ۽ جهنگلن کان اينڊڙ عورتن جو علاج ڪندو رهيس ۽ سمجهندو رهيس تہ پاڪستان هندستان غريب ملڪ ضرور آهن پر اتي اهو حال نہ هوندو. ڌرتيءَ جو اهو خطو تہ آدجڳاد کان قائم آهي، موهين جو دڙو جي ڪنڊرن کان وٺي اجنتا جي غارن تائين. افريڪا جي وحشين کان تمام گهڻو اڳاٽي آهي اسان جي سڀيتا. هندستان وٽ تہ ائٽم بم بہ هو ۽ پاڪستان جون بہ تياريون مڪمل هيون. يورپ ۾ هر ڪنهن کي ان جو پتو هو. پوءِ بہ افريڪا جهڙو حال.... ٿورڙي دير لاءِ سوچيم تہ ڪٿي نذير ڪوڙ تہ نہ پيو ڳالهائي.

مون ۽ شيوان پنهنجي تياري ڪرڻ شروع ڪئي. آءُ واپس ڪراچي پئي ويس جتي اسڪول ۽ ڪاليج ۾ پڙهيو هئس. اسڪول جي ڏينهن ۾ مون کي موهين جو دڙو بابت ٻڌايو ويو

هو. ان وقت ۾ سوچيو هئم ته هڪ ڏينهن لاڙڪاڻي وڃي هزارين سال پراڻا کنڊر ضرور ڏسندس. هاڻ ان پراڻي انتهائي پراڻي سپني جي ساپيان ٿي رهي هئي. هاڻ نه رڳو ڪراچي پر موهين جو دڙو ۽ لاڙڪاڻو پڻ وڃي رهيو هئس. ان پاڪستان ۾ جنهن جي لڙائي سمورا پاڪستاني پاڪستان کان ٻاهر وڙهندا آهن.

ڪراچيءَ جو ڪانٽينينٽل هوٽل اڳي جهڙو ئي هو. اهڙو ئي صاف سٿرو، ساڳيو دوستاڻو ماحول، ساڳيائي لذيذ کاڌا. ڪاليج جي زماني ۾ ڪنهن دوا ڪمپنيءَ طرفان ٽينڊڙ دعوت ۾ اتي ماني کاڌي هئم يا ڪڏهن چانهه پيتي هونديم پر هن ڀيري ته اسين رهيائي اتي هئاسين. مهمان نوازيءَ جو مزو اچي ويو هو.

موهين جو دڙو منهنجي ۽ شيوان جي توقع کان وڌيڪ شاندار هو. هوءَ ته موهين جو دڙو بابت ڪيترائي ڪتاب پڙهي آئي هئي. ساڻس گڏ اهي کنڊر ڏسڻ جو مزو ئي ڪجهه ٻيو هو. هزارين سال پراڻي سڀيتا پنهنجي سموري شان مان ۽ عظمت سان اسان جي سامهون موجود هئي. اتان جا رهواسي انتهائي شاناٽي انداز ۾ رهندا هئا. سنڌن گهر، سنڌن مڪتب، سنڌن عبادتگاهون، سنڌن پاڻيءَ جو نظام، گندگيءَ جي نڪاسي جا طريقا، سنڌن عدالتون، سنڌن بازارون، سنڌن رهڻي ڪهڻي. هزارين سال اڳ هو ايترا ترقي يافتا هئا. سو ڏسي آءُ ته دنگ رهجي ويس.

لاڙڪاڻو اوترو ئي خراب هو. ويساهه ئي نٿي آيو ته هن شهر کان ٿورڙي ئي فاصلي تي هزارين سال اڳ رهندڙن جيڪو

شهر جوڙيو هو هيءُ انهن جي ٺي پوئينرن جو شهر آهي.
گندگيءَ جا ڍير، گندي پاڻيءَ جا ڳڙ، گهرن جون بي ڍسا ۽ بي
ترتيب قطارون. هڪ اهو شهر هو جنهن جا کنڊر ڏسي به لڳو
ٿي ته اتي رهندڙن جي نظام ۾ انصاف کي فوقيت حاصل
هوندي ۽ لاڙڪاڻي کي ڏسي لڳو ٿي ته غربت ۽ ناانصافي هن
شهر جي بنيادن ۾ شامل آهي. مون کي پاڪستان اچي پهريون
ڌڪو اهو ئي لڳو هو. وزيراعظمن، وڏن وزيرن ۽ وزيرن جو
شهر پينوئن سان ستيل، اگهاڙي پيرين پنندڙ معصوم ٻار،
سنهڙيون پيٽ بڪايل ڇوڪريون، عورتن جو هجوم جيڪو
سرڪاري اسپتال ۾ بيعزت ٿيڻ ٿي آيو. ايڏي غربت.... مون
سوچيو به نه هو ته هيءُ ان ملڪ جي وزير اعظم جو شهر هو
جنهن جي فوج امريڪا کان لکين ڊالرن جا جنگي جهاز ٿي خريد
ڪري، جيڪا فرانس کان اربين رپين جون جنگي آبدوزون ٿي
ٺهرائي، جنهن جا ڪيترائي سربراهه دنيا جي شاهوڪار ترين
ماڻهن ۾ شامل آهن. هن ملڪ جي هن شهر ۾ غربت ۽ بدحاليءَ
جو ننگو رقص ڏسي شيوان ڳوڙها ڳاڙي ويني هئي. ايٿوپيا کان
به بدتر هتا لاڙڪاڻي جا غريب. هن مون کان پڇيو هو، ڇو... ڇو
هن شهر جي وزيراعظم ائٽم بم ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو هو؟ ڇو
ان هيبت ناڪ پروگرام جي شروعات ڪئي هئائين جنهن جي
جنگ اڃان جاري آهي؟ ڪيس هيءُ بدحالي، هيءُ غريب، هيءُ
مظلوم نظر نٿي آيا ڇا؟ مون وٽ ڪو جواب نه هو.

پنجاهه کان وڌيڪ جوان ڇوڪرين کي گڏ ڪيو هو نذير
آپريشن لاءِ. حمل دوران علاج نه ٿيڻ سبب سمورين جي پيشاب

جي ڳوٺڙين ۾ سوراخ ٿي پيا هئا. انهن سيني کي گهرن مان تڙيو ويو هو. سموريون غريب هيون. ذلتن جون ماريل بي وقعت عورتون، وڻشيائن کان وڌيڪ بدتر... پيشاب ڳاڙيندڙ جادوگر عورتون. نذير جو دل سان قدر ڪرڻ لڳس جنهن پئسا گڏ ڪيا، ماڻهو گڏ ڪيا ۽ هنن اياڳي عورتن جي علاج معالجي جو بندوبست ڪيو هو.

فقط ڇئن عورتن کان سواءِ جن جا فسٽيولا ايترا وڏا هئا جو آپريشن ممڪن نه هو، باقي سمورين جا صبح کان شام تائين روزانو ست اٺ آپريشن ڪري جيترا به سوراخ ٺيڪ ٿيڻ لائق هئا، تن کي اسان ٺاهي ڇڏيو. زليخا آخري مريض هئي، ڪو پندرهن ڪن ورهين جي. لاڙڪاڻي شهر کان ڪو چاليهه پنجاهه ميل پري هڪ ٻيو شهر آهي شهداد ڪوٽ. شهداد ڪوٽ جي چئني پاسي ننڍڙا ننڍڙا ڳوٺ آهن حاڪم شاهه، بهرام، نئون ديرو، رتو ديرو ۽ پناهه شيخ.... انهن مان ئي ڪنهن هڪ مان آئي هئي هوءَ پنهنجي ماءُ سان گڏجي. سنهڙي، هلڻ کان هلاڪ، مک جيڪو ڪڏهن سهڻو هوندو به سهي پر هاڻ هڏين جو پڃرو بڻيل هو. سندس اکيون سندس چهري تي سڀ کان وڌيڪ نمايان هيون ڪنهن نينگريءَ جون ايتريون ويران اکيون مون پنهنجي زندگيءَ ۾ نه ڏٺيون هيون. پيڙا جي هڪ ڇڪ هئي جيڪا منهنجي من مان اٿي هئي ۽ منهنجي روح کي گهائل ڪري، مون کي ڏور تائين گهليندي وٺي هئي. هوءَ ٻارهن سالن جي هئي جو پنجٽيهن سالن جي ان زميندار سان سندس شادي ڪرائي وئي هئي جنهن جا ڇهه ٻار اڳيئي هئا. ڪجهه ڏوڪرن

عيوض، ڪجهه قرض معاف ڪرائڻ لاءِ سندس پيءُ کيس زميندار جي حوالي ڪري ڇڏيو هو. ٻارهن سالن جي اها ګڏڙي جنهن جا اجان پنهنجا ئي ګڏين سان کيڏڻ جي ڏينهن هئا، اوچتو پاڻ کان ٽيڻ تي وڏي ڄمار واري وحشيءَ جي زال بڻجي وئي. تيرهن سالن جي ڄمار ۾ هوءَ ٽن ڏينهن تائين ڳوٺ جي حويليءَ جي هڪ ڪمري اندر ويم جي سورن ۾ تڙڦندي رهي،ڪنجهندي رهي. ٽن ڏينهن تائين ڳوٺ جون دائيون هن سان اهو ڪجهه ڪنديون رهيون جيڪو جانورن سان به نه ڪيو ويندو آهي. ٽن ڏينهن کان پوءِ کيس هڪ مئل ڏيپ ڪيل ٻار ڄائو. پنجن ڏينهن کان پوءِ تيرهن سالن جي انهيءَ نينگريءَ جو پنهنجي پيشاب تي اختيار ختم ٿي ويو. سندس پيشاب مسلسل وهڻ شروع ٿي ويو. کيس فسٽيولا ٿي پيو هو ۽ پوءِ زميندار کيس پنهنجي گهران تڙي ڪڍي ڇڏيو. هاڻ هوءَ سندس لائق نه رهي هئي. ڳوٺ واسين جو خيال هو ته مٿس ڪنهن جن ڀوت جو واسو هو، هوءَ ناپاڪ هئي، اڇوت، نه ڇهڻ لائق.

تيرهن کان پندرهن سالن جي ڄمار تائين سندس پيشاب لڳيتو ٽمندو رهيو. زندگي هن لاءِ هڪ ختم نه ٿيندڙ ڏيڄاريندڙ خواب بڻجي وئي هئي. بس رڳو سندس ماءُ ئي ساڻس هئي. سندس جنم جي گناهه جو بار ڪٽيندي هر هنڌ ذلتن ۽ ڌڪار جو نشانو بڻجڻ لاءِ.

هن ڪلاڪن جي معمولي آپريشن کان پوءِ هوءَ صحيح ٿي وئي هئي. ٻئي ڏينهن هوءَ پنهنجي بستري تي ليٽيل هئي. سندس ڪپڙا ۽ بسترو بلڪل خشڪ هئا. سندس ٻڪن کان پاهه

سهڻي ڇهري جي ويران نيڻن مان سرهائي جا موتي ڇلڪڻ لاءِ
بيقرار هئا. شيوان منهنجو هٿ سوگهو جهليو. مون کي لڳو ته
ڄڻ پنهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڏيڪ ڪامياب آپريشن ڪيو
اٿم.

ٽن ڏينهن کان پوءِ اسين ڪراچي موٽي آياسين. سمورا
مريض نيڪ ناڪ هئا پر مون کي سڀ کان وڏيڪ خوشي زليخا
جي هئي. ڪيس اجان ڇهه ڏينهن اسپتال ۾ رهڻو هو، پوءِ هوءَ
پنهنجي زندگيءَ جي پاڻ مالڪ هئي. ڪنهن نارمل ڇوڪريءَ
جيان جنهن جوجسم مڪمل هوندو آهي. ڪانٽينينٽل هوٽل مان
ئي ڇهن ڏينهن کان پوءِ لاڙڪاڻي فون ڪري زليخا جو حال
احوال پڇيم. هوءَ گهمي ڦري رهي هئي ۽ سندس پيشاب ٽمڻ
بند ٿي ويو هو. سندس سرهائي جو ڪاٿو لڳائڻ هر ڪنهن جي
وس جي ڳالهه نه هئي.

شام جو شيوان سان گڏ مارڪوپولو ريسٽورنٽ ۾ ويهي
تازي ميون جي رس جون ڇسڪيون پريندي اسين ٻئي خوشيءَ
وچان ڦونڊيل هئاسين جو خنجر جي گهاءَ جيان اها خبر آئي ۽
اسان ٻنهي کي گهائي وئي... پاڪستان چاغيءَ ۾ پنهنجي ائٽم
بم جو ڌماڪو ڪري ڇڏيو هو... پوڪران جي جواب ۾. ڪراچيءَ
جي ڪنهن اخبار جو سپليمنٽ ريسٽورنٽ جي ميز تي پيل هو.
شيوان جو پٿرائجي ويل چهرو سامهون هو. مون پنهنجون
اکيون پوري ڇڏيون

زليخا جهڙيون هزارين ڇوڪريون ڏوڙ ۾ واچوڙي جي
اٿيءَ ڪکر پويان چاغيءَ جي ٽڪرين تي سڏڪندي نظر ٿي

آيون اهو ٻر نہ پنهنجي قيمت وصول ڪندو، انيڪ زليخائن
کي تاراج ڪندو، ٻارهن ٻارهن سالن جون نياڻيون لڄنديون
رهنديون مون کي ايئن لڳو تہ ڄڻ اهو ٻر جو ڌماڪو نہ هو،
ٻارهن سالن جي نينگرين جون شاديءَ رات ٿيندڙ دانهون هيون
اها ڇاڳيءَ جي ٽڪري نہ هئي پر پاڪستان جي ڌرتيءَ تي ٿيندڙ
هڪ تمام وڏو فسٽيولا هو.

# سجدن جي رات

پنجاهہ منٽن کان بہ گهٽ وقت ۾ زليخا بيبيءَ جو آپريشن ختم ٿي ويو هو. وڪرل جو هڪ ڏاڍو ماليت بہ سئو اسي رپيا، اسپائنل اينسٿيسيا جنهن سان زليخا بيبيءَ جو جسم سن ڪيو ويو هو تہ جيئن ڪنهن سور کان سواءِ سندس جسم ۾ چير ڦاڙ ۽ وڍ ڪٽ ٿي سگهي، جي نيدل قيمت ڀاويهہ رپيا، بيهوشيءَ جي دوا ملهہ اٺ رپيا، جيڪڏهن بيهوش ڪندڙ ڊاڪٽر، سرجن ۽ آپريشن ٿيٽر ۾ ڪم ڪندڙ ٻئي عملي جي في بہ لڳائجي ۽ پاڻي، بجليءَ جو خرچ بہ شامل ڪجي تہ ڪو ملائي سلائي ڀاويهن ٽيويهن هزارن کان وڌيڪ خرچ نہ ٿيو هوندو.

پنجيتاليهن سالن جي زليخا بيبي ڏگهي عرصي کان ان عذاب ۾ زندگي گهاري رهي هئي. سترهن سالن جي ڄمار ۾ سندس شادي ٿي هئي، اهڙي ئي شادي جيڪا سوات ۾ ٿيندي آئي آهي ۽ شايد صديون ٿيندي رهندي. نہ گهوٽ جي تصوير ڏيکاري وئي، نہ سندس مرضي پڇي وئي. ڪيس ڪنهن ريت پتو پئجي ويو تہ سندس وهان احمد سان ٿي رهيو آهي. احمد ڳوٺ جي وڏي زميندار جو پٽ هو ۽ هوءَ ڳوٺ جي هڪ معتبر گهراڻي جي ڇوڪري. هنن ٻنهي جي شادي تہ ٿيٽي ئي هئي. ٻنهي ڪٽنبن ۾ اهڙي دوستي هئي جو ڳوٺ وارن جو خيال هو تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن ٻنهي ڪٽنبن ۾ اهو سنگ ضرور ٿيندو

وڏي ڏام ڏوم سان ڳوٺ جي روائتن مطابق ڪيس ڪنوار بڻائي احمد جي گهر آندو ويو. سيڪجهه ڪنهن خواب جيان ٿيندو ويو، اهو سيڪجهه جيڪو هن ساهيڙين کان ٻڌو هو، اهو سيڪجهه جنهن جا هن سپنا ڏٺا هئا. اهو سيڪجهه جنهن ۾ ڪو سپنن جو سينگهار ٻڌبو آهي. ان کان سواءِ دنيا ۾ ٿيو ٿيندو به ڇا آهي. سپنا سجايا ويندا آهن ۽ پوءِ سپنن جي ساپيان تي زندگي گذري ويندي آهي. ڳوٺ جي ننڍڙي دنيا ۾ جڏهن کان دنيا ٺهي آهي اهوئي ڪجهه ٿيندو پيو اچي ۽ ٿيندو رهندو

احمد چڱو ماڻهو هو. سٺي دماغ وارو، سادو سودو محبت ڪندڙ، محنت ڪندڙ. پهرين ئي سال ۾ ڪيس سيڪجهه ملي ويو. ڪنهن دوست جهڙو مڙس جيڪو ڪيس دل جان سان چاهيندو هو، پيار ڪندڙ، پرگهور لهندڙ ساهرا جتي سس ۽ سهري ماءُ پيءُ جهڙو پيار تي ڏنو. ڏير ۽ نڻانون اهڙا جو پنهنجي ڀاجائي لاءِ سيڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار تيار سندس ساهراڻو گهر به سندس پيڪن جيان ئي پنهنجائپ ڀريو هو.

شاديءَ کي اجان ڇهه مهينا ئي نه ٿيا هئا جو زليخا ڳورهاري ٿي پئي.جيئن ئي ڪيس اُلٽيون شروع ٿيون ته احمد جي ماءُ گهر ڀاتين جو وات منو ڪرايو، ڇئي زليخا بيبي ڳورهاري آهي. سڄو گهر خوش هو. وڏي نهن کي گهر جو پهريون ٻار ڄڻ وارو هو. نو مهينا اک ڇنڀ ۾ گذري ويا. هوءَ سنهڙي سپڪلڙي زليخا بيبيءَ مان ٿلهي متاري عورت بڻجي وئي. سندس ڇهري تي به حمل جو غرور بکي رهيو هو. ان جو اندازو ڪيس اوڏي مهل ٿيو هو جڏهن گهر جو هر فرد ڪيس ساراهيندي نٿي ٿڪيو.

ٽٽانن چيو ٿي تہ ٻاڄائي جو چھرو ڦڪو پيو. سس تہ مٽس ڇڻ واري نياري پئي ٿي ۽ احمد جي خاموش چھري تي هر پل ڇڻ سرهائي جا ڪنول ٿي ٽڙيا. زندگي خوبصورت هئي، انتهائي خوبصورت، سندر هئي انتهائي سندر

حمل دوران هن بہ سپنا ڏٺا. ڪڏهن ڇوڪريءَ جا سپنا تہ ڪڏهن ڇوڪري جا. ٻارن سان ڀريل گهر. ڪلندڙ ڪڏندڙ ٻهڪندڙ گهر. خوش خوش احمد ۽ سڄو ڪٽنب. ورهين پهرين شهر کان سوين ميل پري جبلن جي چوٽي تي لاهين چاڙهين ۽ ور وڪڙن وارن رستن تي دريا جي ڪناري آباد انهيءَ ڳوٺ ۾ سندس زندگيءَ ۾ سيڪجهہ هو. پوءِ ويم جو وقت آيو. سور آهستي آهستي ٿيڻ لڳا. شروع ۾ تہ ڪيس ڪا تڪليف نہ ٿي. هن سوچيو تہ جيڪڏهن اهڙن ئي سورن سان ٻار ٿئي ٿو تہ ڪو مسئلو ناهي. اهي تہ معمولي سور آهن ڪا خاص ڳالهہ ناهي جو دانهون ڪوڪون ڪجن پر سندس خيال غلط نڪتو. آهستي آهستي اٿندڙ سور تيز کان تيز تر ٿيندا ويا، وڌندا ويا ۽ ايترو ٿي ويا جو برداشت کان ٻاهر ٿي پيا. هر اٿندڙ سور سان ڪيس لڳو ٿي تہ اِهو هاڻ ماري ڇڏيندو. هاڻ هوءَ ختم ٿي ويندي. سندس جسم چوٽيءَ کان پيرن تائين پگهر ۾ شل هو ۽ ان سان گڏوگڏ سندس سامهون ويٺل دائي جي چھري جي گهٻراهٽ مان اندازو پئي ٿيو تہ ويم جو اهو مرحلو ڪجهہ بگڙجي ويو آهي. نہ ڄاڻ ڪيتري دير تائين هوءَ سورن ۾ تڙڦندي رهي، ڪنجهندي رهي، ڪڏهن هوش ۾ تہ ڪڏهن نيم بيهوشيءَ ۾، اکين آڏو تروار ايندا ويندا رهيا. پريشانيءَ وچان دعائون گهرندڙ دائي

ڇٺي ڇڏيو تہ معاملو ڪائنس ڳرو آهي، ٻار قاتل آهي. ڏڏجي هڏين وچ ۾ ٻار جو مٿو ڦاسي پيو آهي. ڪو طريقو ڪارائتو، ڪا دعا لاڀائتي نہ ٿي.

انسان سڄي زندگي سفر ٿو ڪري، زمين تي، آسمانن ۾، سمنڊ ۾، دريائن، ندين ۽ نالن ۾، ميدانن، ماٿرين، صحرائن ۾ ۽ جبلن تي ۽ هاڻ تہ آسمانن کان مٿي پولارن جي وسعتن ۾ بہ. شايد انهن سمورن سفرن ۾ سڀ کان وڏيڪ ڏکيو ۽ انهن سمورن فاصلن ۾ سڀ کان اڙانگو فاصلو اهو ڇهن انچن جو سفر آهي جيڪو ٻچيدانيءَ کان شروع ٿي ٻاهرين دنيا ۾ پهريون ساهہ کڻڻ تي ختم ٿئي ٿو. جڏهن کان دنيا قائم ٿي آهي، انسانن جنم ورتو آهي تڏهن کان نہ ڄاڻ ڪيترا لکين ڪروڙين انسان ان سفر جي پيٽ چڙهيا آهن ۽ چڙهندا رهندا. زليخا جو پهريون ٻار بہ ڇهن انچن وارو اهو سفر نہ ڪري سگهيو.

ڪيس تہ بعد ۾ پتو لڳو تہ هن هڪ مئل ٻار ڄڻيو هو. دائيءَ وڏي مشڪل سان ڪنهن انبوريءَ ۾ ٻار جو مٿو ڦاسائي ٻاهر ڪڍيو هو ۽ احمد خاموشيءَ سان اهو ٻار قبرستان ۾ پوري آيو هو، سمورا سپنا پن ڇڻ جيان وکري ويا. گهر ۾ نہ ڄاڻ ڪيترن ئي ڏينهن تائين موت جهڙي اداسي ڇانيل رهي. هڪ سانت هئي جنهن ۾ هوءَ ڏوهاري نہ هوندي بہ ڪنهن ڏوهاريءَ جيان ڪنڌ جهڪايو ويٺي هئي. ڪنهن بہ نہ سوچيو هو تہ ڪو ايئن ٿيندو. جيئري ٻاربدران ڪين هڪ مئل، بيجان گوشت جو لوٿڙو پلئہ پوندو نہ دهل شرنايون وڄندا نہ مٺائي ورهائبي. ڦسيل دل احمد خاموشيءَ سان اهو بت مٽيءَ جي ڍير هيٺان ڏٽي ايندو زندگي او

زندگي تنهنجا ڪيڏا روپ! تنهنجا ڪهڙا ڪهڙا رنگ!! اڃان معاملا سمجهي ئي نہ سگهي هئي جو اوچتو ئي اوچتو سندس جسم مان پاڻ مرادو پيشاب وهڻ لڳو. هلندي ڦرندي اٿندي ويهندي سندس ڪپڙا پيشاب سان پُسي تي ويا. بدبو بہ اهڙي جو ڪيس پنهنجو پاڻ کان ڏڪار ٿيڻ لڳي. مسئلو هر ڪنهن جي سمجهہ کان ٻاهر هو، نہ دائي ڪي سمجهہ ۾ آيو نہ احمد جي. نہ ڳوٺ جي مولويءَ وٽ ڪا دعا هئي نہ وري حڪيم وٽ ڪا دوا هوءَ تيزيءَ سان گهر ۾ گهر ڀاتين کان ڏور ٿي وئي. پيشاب جي بدبو واري جسم ۾ ڀلا ڪنهن کي دلچسپي هونديا

سندس ڳوٺ ۾ اوسي پاسي جي ٻين ڳوٺن ۾ بہ اهڙيون انيڪ عورتون هيون جن جي جسمن مان هر وقت پيشاب ٿي ٽميو ۽ ڪيس پتو هو تہ سندن زندگي ڪهڙي عذاب ۾ هئي. هو مڙسن جي گهرن ۽ بسترن کان ڏور ڪيون ويون هيون پنهنجي پنهنجي ماءُ پيءُ جي گهرن ۾ خاموش، ويچارگيءَ واري زندگي گذاري رهيون هيون نہ ڪو ڪين چاهيندو هو ۽ نہ ئي وٽن ڏيڻ لاءِ ڪجهہ هو. روئندي روئندي سندس اکيون سڄي پيون هيون هن لاءِ سڀ کان وڏيڪ ڏکوئيندڙ ڳالهہ اها هئي تہ هاڻ هوءَ نہ نماز ٿي پڙهي سگهي، نہ قرآن کي ڇهي ٿي سگهي، نہ ئي ان لائق هئي جو روزا رکي. هوءَ مستقل طور تي ناپاڪ ٿي رهي. سندس پيڙائن ۾ سڀ کان وڏي پيڙا اها ئي هئي.

جيڪڏهن احمد ڪجهہ مختلف نہ هجي ها تہ هوءَ بہ پنهنجي پيءُ گهر پيڙي ٿئي ها. احمد کي ساڻس پيار هو، هن ڪيس پنهنجو پاڻ کان ڌار ٿيڻ نہ ڏنو. هو ان گهر ۾ ئي رهي، هر اسيل

هراسيل لڪيل لڪيل پر گهر ڇڏي نہ وئي، اجائين ايئن ڇنڇجي تہ ڪيس گهر نيڪالي نہ ڏني وئي. ڪيس سندس پيڪن نہ اماڻيو ويو. ٻين اهڙين عورتن جيان جن لاءِ چيو ٿي ويو تہ مٿن ڪنهن جن ڀوت جو واسو آهي. هو نجس آهن. منحوس آهن ۽ رب سڳورو مٿن ناراض آهي، اهو ئي سبب آهي جو ڪين اها سزا ملي آهي.

هن پنهنجو پاڻ کي مصروف ڪري ڇڏيو. صبح کان شام تائين ڪم ڪندي رهي. ڍور ڍنگرن جا سمورا ڪم ڪار، ٻڪريون چارڻ ۽ کير ڏوهڻ. هوءَ انهن جانورن ۾ رهندي مطمئن ٿي رهي جو هنن سندس جسم جي بدبو تي ٻوٿ نٽي ڦٽايو. ڪيس جانورن سان ڪو مسئلو نہ هو مسئلو فقط انسانن کان هو جن کان سندس جسم جي بدبو برداشت نٿي ٿي. جانور ڪيس ڏسي سرها ٿي ٿيا، پيار وچان ڪيس چٽيندا هئا، سندس اشاري تي نينگ ٿيا ٿي ڏنائون. انسانن جيان سندن ذهنن ۾ ڇهرن تي هن لاءِ ڌڪار نہ هئي. ڪيس پتو هو تہ انسانن هٿان ڌڪوئجڻ تي هوءَ ڪٿي ويهي ڀوڙها ڳاڙي سگهي ٿي. ڪنهن سان سور سلڻا اٿس، ڪٿي ڏک ونڊڻو اٿس.

جڏهن مهينا سالن ۾ تبديل ٿيا ۽ سندس ڪنن ۾ ڀڻڪ پئي تہ سندس سس احمد لاءِ ٻي ونی ڳولهي رهي آهي چاڪاڻ جو زليخا ٻيبيءَ کي ٻار نٿو ٿي سگهي. ڄاڻندي سمجهندي بہ هوءَ سن ٿي وئي پر سگهو ئي پنهنجو پاڻ تي ڪنٽرول ڪيائين ۽ فيصلو ڪيائين تہ هوءَ ڀڄندي ڪونہ ۽ نہ ئي آپگهات ڪندي. نہ پنهنجي ماءُ پيءُ جي گهر ويندي ۽ نہ ئي سس خلاف ڪو جهيڙو

مچائيندي هوءِ احمد جي راهه جو ڪنڊو نه بڻبي. ڪيس احمد سان
پيار هو. احمد جا ٻار ته ٿيڻ گهرجن. هن پاڻ به احمد لاءِ ڪنوار
ڳولهڻ شروع ڪئي ۽ پنهنجي هٿن سان احمد کي گهوٽ ٺاهي
ڄڃ سان پنهنجي پهاج آڻڻ لاءِ اماڻيائين. احمد جي ٻي زال به
اچي وئي. ان مان احمد کي ٻار به ٿيا. گهر ۾ اهو ڇهچٽو ٿيڻ
لڳو جيڪو ٻارن سان ٿيندو اهي. ڪيس خوشي هئي جو احمد جي
گهر ۾ خوشيءَ جا شاديانا وڳا هئا ورهين کان پوءِ پهاج هئي ته
ڄا ٿيو، آخر هوءَ به ته احمد جي ٻارن جي ماءُ ٿي هئي.

عجيب ڳالهه اها ٿي جو احمد جي شادي ۽ ٻارن سان گڏ
زليخا بيبيءَ به ڳوٺ جي ننڍڙي برادريءَ ۾ پنهنجو وڃايل مقام
ٻيهر حاصل ڪري ورتو. پيشاب ٽمڻ کان بچڻ لاءِ هوءَ تمام
گهڻا ڪپڙا ٻڌي رکندي هئي. گهٽ کان گهٽ پاڻي پيئندي ۽
ٿوري ٿوري دير ۾ پيشاب ۾ پنل ڪپڙا بدلائيندي هئي. بدبو
روڪڻ لاءِ عطر استعمال ڪرڻ لڳي. عطر جي خوشبو ۾
پيشاب جي بدبو گم ٿي پئي وئي. جيئرو رهڻ لاءِ هن پنهنجا
طريقا ڳولهي ڪڍيا هئا. اهائي ڪوشش ٿي ڪيائين ته وڌ کان وڌ
گهر کان ٻاهر ٻني ٻاري ۽ چوپائي مال جي ڪم ۾ جنبيل رهي.
اهائي سندس زندگي هئي. انهيءَ زندگيءَ ۾ ئي هن مرڪي
مرڪي جيئڻ سکي ورتو هو. پر سندس من ۾ اونهو انتهائي
اونهو هڪ گهاءُ هو. جيڪو سندس جسم جي گهاءُ کان وڌيڪ
اونهو ۽ وڏو هو، جنهن سندس روح کي پروڻ ڪري وڌو هو.
ڪيس سڀ کان وڌيڪ ڏک ان ڳالهه جو هو ته هوءَ نماز نه پئي
پڙهي سگهي. نه ڄاڻ ڪهڙي گناهه جي سزا ملي هئي ڪيس.

اڪيلائپ ۾ سوچي سوچي هوءَ پريشان ٿي ويندي هئي پر ان جو جواب ڪنهن وٽ به نه هو.

ان ريت پنجيتاليهه سال لنگهي ويا. هوءَ ڇوڪريءَ مان عورت ۽ عورت مان جهور پوڙهي ٿي وئي. هڪ ڏينهن احمد اها خبر آندي ته پشاور ۾ ڪو گورو ڊاڪٽر اها آپريشن ڪري ٿو. سو هوءَ هڪدم پشاور وڃڻ لاءِ تيار ٿي وئي. ڊاڪٽر وليم سندس معائنو ڪرڻ کان پوءِ ٻڌايو ته اهو ته تمام ننڍڙو سوراخ آهي جيڪو ٻار جو مٿو ڦاسڻ ڪري پيشاب جي ڳوٿريءَ ۾ ٿي پيو آهي. ان جو علاج ممڪن آهي. هوءَ پڪ سان ٺيڪ ٿي ويندي اڌ ڪلاڪ کن جي آپريشن ٿيندي ۽ پندرهن ڏينهن کان پوءِ نلڪيءَ ڪڍبي ته هوءَ ٺيڪ ٿي ويندي

پوءِ اهو ئي ٿيو. آپريشن ۽ آپريشن کان پوءِ پندرهن ڏينهن وارڊ ۾ پيشاب جي ڳوٿريءَ سان داخل رهي. چوڏهن ڏينهن کان پوءِ جڏهن پيشاب جي نلڪي ڪڍي وئي ته جسم مان پيشاب جو اخراج بند ٿي چڪو هو. هوءَ پنجيتاليهن سالن ۾پهريون ڀيرو پاڪ هئي، نماز پڙهڻ لائق.

پشاور جي سرڪاري اسپتال مان نڪرڻ مهل ڪيس نون ڪپڙن جو وڳو ڏنو ويو جيڪو پهري اتان نڪتي ۽ جڏهن احمد سان گڏ پنهنجي ڳوٺ ۾ داخل ٿي ته سندس من ۾ اهو ئي آيو هو ته ڪاش ڪو ڊاڪٽر وليم پنجيتاليهه سال اڳ اچي ها. سوات جي ڌرتيءَ تي نه ڄاڻ ڪيتريون عورتون هن وانگر پيشاب ۾ زندگي گهاري رهيون آهن. ڪاش اهي سيئي ٺيڪ ٿي وڃن. اها رات سجدن جي رات هئي، شڪراني جي رات

# من ئي من ۾ دعا

ارڙهن سالن کان هوءَ منهنجي مريض هئي. هر ڪجهه مهينن کان پوءِ سندس مڙس ڪيس وٺي ايندو هو، ڪيس ڏسندي ئي پيڙا محسوس ڪندو هئس، اندر ۾ ڄڻ گهڻو ڪجهه ڀڃي ڀُري پوندو هو، نڙي سڪي ويندي هئي ۽ دل جو ڌڙڪو تيز ٿي ويندو هئم. اِهو سمجهندي، ڄاڻندي به ته مون پنهنجي طرفان سموري ڪوشش ڪري ورتي آهي، جيڪي ڪجهه ممڪن هو سو ڪري ڇڏيو اٿم، ڪيس ڏسي پنهنجي تعليم، پنهنجي مهارت، سائنس، طبي دنيا ۾ ٿيندڙ ترقي ۽ سرجريءَ ذريعي ٿيندڙ عجيب و غريب آپريشنن جي ڪاميابيءَ باوجود پنهنجي ناڪاميءَ جو شديد احساس ٿيندو هئم .

هو سنهڙي هاڻيءَ، نازڪ جسم ۽ ڊگهي قد وارو هڪ سادو سودو شخص هو، جيڪو ڪيترائي سال اڳ پنهنجي زال کي مون وٽ وٺي آيو هو.

ڊاڪٽر صاحب ! پري کان اوهان جو نالو ٻڌي آيو آهيان. منهنجي زال جو علاج ڪرڻو آهي اوهان کي، وڏي آس اُميد سان آيو آهيان اوهان وٽ، هن کي ٺيڪ ڪريو. مون کان هن جي تڪليف ڏٺي نٿي ٿئي. پنهنجو سڀ ڪجهه وڪڻي ڇڏيندس هن لاءِ. اوهان جو هٿو ٻانهو ٿي رهندس. سڄي زندگي اوهان جو ٿورو نه وساريندس. بس رڳو هن کي ٺيڪ ڪر. وڏي مهرباني

ٽيندي اوهان جي.

هو نہ ڄاڻ ڇاڇا ڳالهائيندو پئي ويو جو اشارو سان روڪيندي ڇيومانس ويهي رهو، پوءِ سر بستي ڳالهہ ٻڌائي.

ٻئي منهنجي سامهون پيل بينچ تي ويهي رهيا. ڪومايل، بيڪس ۽ بيوس چهرا اداس نيڻن ۾ پيڙائن جا سمنڊ. اڄ ڏينهن تائين ٻنهي جي اها تصوير وساري نہ سگهيو آهيان

جيءُ بيبي. پنهنجو نالو، پتو ۽ شڪائت ٻڌاءِ. سندس هسٽري وٺڻ شروع ڪيم.

سندس نالو بانو ۽ مڙس جو نالو حسين هئس ۽ هو نيو ڪراچيءَ مان آيا هئا. سندن چار ٻار هئا، ٽي پٽ ۽ هڪ ڌيءَ. چوٿين ٻار جي ويم ڪان پوءِ اِهو مسئلو شروع ٿيو هو. پنجون ٻار تہ مئل ئي ڄائو هئس جنهن جي شڪل بہ نہ ڏسي سگهي هئي، هوءَ فقط سندس ننڍڙي جسم کي محسوس ڪري سگهي هئي ۽ اِهو احساس بہ سندس پيڙا ۾ اضافي جو سبب بڻيل هو.

سندس سمورا ٻار گهر تي دائي خديجہ هٿان ڄاوا هئا. هن آهستي آهستي ٻڌائڻ شروع ڪيو. ان حمل جي ڇهين مهيني ئي مون دائي خديجہ کي گهر سڏرايو هو. هيڏانهن هوڏانهن ڪنڌ هٽنندي چوڻ لڳي. شايد منهنجو حساب غلط هو. ٻار ڇهن بدران ستن مهينن جو ٿي لڳو. ڊاڪٽر صاحب سيڪجهہ ٺيڪ ٺاڪ هو. شڪائت نہ هئم. جيئن پهريان حمل ٿيا هئا اهڙو ئي ڪجهہ هن ڀيري بہ هو. گهٽ ۾ گهٽ مون کي تہ ايئن پئي لڳو. پهرين بہ دائي خديجہ هٿان منهنجا چار ويم ٿي چڪا هئا، هيءُ بہ ٿي ويندو ان ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهہ هئي.

اِهو چئي هوءَ خاموش ٿي وئي، ڄڻ ڪجهه سوچي رهي هجي. پوءِ سوچيندي ڳيت ڏيندي ٻيهر ڳالهائڻ شروع ڪيائين. پر ايئن نه ٿيو. هن ڀيري ڪا گڙٻڙ ضرور هئي. منهنجي حساب کان اڳ ئي سور شروع ٿي ويا. مون ڏيان نه ڏنو جو ان طرح جا سور ته ٿيندا رهندا آهن. پر ڊاڪٽر صاحب هن ڀيري ته سور تمام گهڻا هئا، ايترا گهڻا ته ڪڏهن به نه ٿيا هئا. ايئن ٿي لڳو ته ڄڻ ڪو خنجر ڪُڪ ۾ لهي منهنجي جسم کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري رهيو هو. دائي خديجه پيٽ چڪاسي مون کي تسلي ڏيندي چيو ته چئن پنجن ڪلاڪن ۾ ٻار ٿي ويندو، فڪر جي ڪا ڳالهه ناهي. نج گيهه جا به گرم گرم چمچا ڦڪائي چوڻ لڳي ته ٿورو انتظار ڪرڻو پوندو. پوءِ سيڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو. فڪر جي ڪا ڳالهه ناهي.

انتظار گهڻو ڊگهو ٿي ويو. چار ڪلاڪ اٺن ڪلاڪن ۾ ۽ اٺ ڪلاڪ سورهن ڪلاڪن ۾ تبديل ٿي ويا ۽ پوءِ صبح شام ۾ بدلجي ويو. مون کي ايئن ٿي لڳو ته ڄڻ هن ڀيري منهنجي جان نڪري ويندي پنهنجي ٻارن کي يتيم ڪري مري پونديس. عورتون ته ويم دوران مري به پونديون آهن. منهنجي ماسيءَ جي وڏي ڌيءُ به مري وئي هئي . امان جي هڪ ڀيڻ به ايئن ئي مئي هئي، هاڻ آءٌ به نه بچنديس. سور سان گڏوگڏ اهو سوچي به هنجون هاري ويٺس ته مون کان پوءِ منهنجي ٻارن جو ڇا ٿيندو، ڪير ڪير پاليندو. ڪير سندن سار سنڀال لهندو، ماني ٽڪي ڪارائيندو، سياري ۾ گرم لٽو وجهندو، گرميءَ ۾ ڪير لوءَ کان اجهو ڏيندو ڪير ڪين پڙهائيندو. ڪير ڪين رات جو ننڊ ۾

ڪنهن پوائتي خواب ڏسڻ تي آتت ڏيندو. ڊاڪٽر صاحب!
انتهائي سور هوندي به مون من ئي من ۾ دُعا گهري ته منهنجا
مالڪ مون کي بچائي. منهنجي ٻارن واسطي مون کي بچاءِ. تو
وٽ ڪهڙي گهٽتائي آهي. جيڪڏهن هڪڙي جان بچي پوندي ته
تنهنجي خزاني ۾ ڪهڙي کوٽ ٿي پوندي. آءُ بچي پيس. دائي
خديجه وڏي جدوجهد ڪان پوءِ منهنجو پنجون ويم ڪرايو.
منهنجي جان بچي پئي پر ٻار مئل جائو.

مون کي اندازوئي ناهي ته ان ڪان پوءِ ڇا ٿيو. آءُ ته ايتري
بيحال هئس جو هوش ئي نه هئم ته ڇاڪجهه ٿي چڪو آهي،
مون سان. بس ايترو ئي ياد اٿم ته اوڏي مهل دائي خديجه
سرٻاڻن ۾ ٻڌايو هو ته مون کي مئل ٻار ڄائو آهي ۽ پوءِ آءُ
سمهي رهيس ۽ نه ڄاڻ ڪيستائين ستي رهيس.

ويم ڪان پوءِ جا ڇهه ست ڏينهن انتهائي عذاب وارا گذريا.
هڪ ٿڪاوٽ ٻيو وري مئل پُٽ جو ڏک بس دُعا گهرندي رهيس
ته شل رب صبر ڏيم. اِهو چئي به پنهنجو پاڻ کي آتت ڏنيم ته
شايد منهنجي پُٽ پنهنجي جان جو نذرانو ڏئي مون کي بچايو
آهي ته جيئن پنهنجي ٻارن، سندس ڀائرن ڀينرن کي پنهنجي
هٿن سان نپائي سگهان، وڏو ڪري سگهان. پنهنجي مڙس جي
خدمت ڪري سگهان

پر ڊاڪٽر صاحب اِهو اٺون يا نائون ڏينهن هو جو اوچتو ئي
اوچتو مون کي احساس ٿيو ته منهنجي جسم مان لاڳيتو پيشاب
نمي رهيو آهي. صبح اُٿيس ته سڄو بسترو پُسيل هو. ڪمري ۾
پيشاب جي بدبو جو احساس سڀ ڪان پهرين منهنجي مڙس کي

ئي ٿيو هو ۽ هاڻ پوين اٺن سالن کان منهنجو پنهنجي پيشاب تي ڪو اختيار ناهي. اوهان جي اسپتال جو نالو ٻڌي آيا آهيون ته اوهين ان بيماريءَ جو علاج ڪريو، منهنجو به علاج ڪريو. ڊاڪٽر صاحب! هُن پنل اکين ۽ ڪنبندڙ لهجي ۾ ٻاڌايو.

سندس ڳالهه مان اندازو ٿي ويو هئم ته سندس پيشاب جي ڳوٿريءَ ۾ سوراخ ٿي پيو آهي، ويم دوران جڏهن ٻار جو مٿو ڦاسي پوندو آهي ته ان مٿي جو پيشاب جي ڳوٿريءَ تي ايترو ٻار پوندو آهي جو ان ڳوٿريءَ ۾ رت جي گردش بند ٿي ويندي آهي جنهن جي ڪري ڳوٿريءَ جو اهو حصو ناڪارو ٿي ٿورڙي عرصي ۾ ڇڻي پوندو آهي، پوءِ ان سوراخ مان پيشاب لاڳيتو ٽمندو تو رهي.

هندستان پاڪستان جهڙن ملڪن ۾ جتي ڪروڙين ٻار گهرن تي دائين هٿان ڄمن ٿا، جتي ٻارن جا مٿا ڦاسڻ جي صورت ۾ اهڙو ڪو انتظام ناهي جو فوري طور تي آپريشن ڪري ٻار ڪڍي سگهجي، پوءِ انهن عورتن کي فسٽيولاجي بيماري ٿيو پوي هنن ٻنهي ملڪن ۾ هر سال هزارين عورتون ان بيماريءَ جو شڪار ٿي اهڙي دردناڪ زندگيءَ گذارڻ تي مجبور ٿيون ٿين جو جيئڻ هنن لاءِ سزا ۽ عذاب بڻجيو وڃي. هلندڙ ڦرندڙ عذاب، ڌرتيءَ تي ڪنهن لعنت جيان هلندڙ ڦرندڙ بدبو دار ڏائڻيون

عام طور تي اهي سموريون عورتون غريب هونديون آهن منجهائن مستقل پيشاب جي بدبو ايندي رهندي آهي، گهر ڀاتي ڪين اڇوتو سمجهندا آهن، عام طور تي سندن مڙس ڪين ڇڏي ڏيندا آهن، هو معاشري ۾ رهندي به بلڪل اڪيليون هونديون

آهن.

آءُ سوچيندو هئس تہ هندستان ۽ پاڪستان ٻئي وڏيون فوجي طاقتون آهن، ٻئي ائٽمي ڌماڪا ڪري چڪا آهن ۽ ٻنهي ملڪن جا حاڪم آسمان ڇُهندڙ دعوائون ڪندي نٿا ٿڪجن.

منهنجي من ۾ ڇڻ ڌڪار جو هڪ سمنڊ پلٽي آيو هو ڪاش اهو سيلاب انهن نام نهاد حاڪمن کي وهائي ڇڏي، سندن ائٽم بم ناهيندڙ سائنسدان کي ٻوڙي ڇڏي، امن ۽ انصاف جي راهہ کوٽي ڪندڙ انهن دانشورن کي ختم ڪري ڇڏي جيڪي رات ڏينهن تبليغ ڪندا ٿا رهن تہ ائٽم بم، ميزائل، آبدوزون ۽ مضبوط فوج، قومي سلامتيءَ جا ضامن آهن. ڇا قومي سلامتي ۽ ڇا مضبوط فوج هندستان ۽ پاڪستان بڪايل ۽ اگهاڙن ماڻهن جو ديس آهن، جتي انيڪ عورتون پنهنجي ئي پيشاب ۾ ٻڏل ٿيون رهن، جن جا بيغيرت حاڪم، پاڻ، پٽ ۽ پيئر فسٽيولا ۾ ٽمندڙ پيشاب نڪ جي ڏاڍائي سان پيئندا ٿا رهن.

ارڙهن سال اڳ مون ڪيس پنهنجي اسپتال ۾ داخل ڪيو هو. اهو هڪ انتهائي خراب فسٽيولا هو. پيشاب جي ڳوٿريءَ جو هيٺيون حصو مڪمل طور تي ڳري ڇٽي چڪو هو. گڙدن مان ايندڙ ٻنهي نالين مان پيشاب آيو تہ پئي پر ان کي ڳوٿريءَ ۾ روڪڻ ممڪن نہ هو ڇاڪاڻ جو ڳوٿريءَ جو هيٺيون حصو ختم ٿي چڪو هو. ڇهن سالن جي عرصي دوران مون ان عورت جا چار آپريشن ڪيا. ٻين ڊاڪٽرن سان گڏجي انتهائي ڪوششون ڪيم اُتي پيوندڪاري ناڪام ٿي وئي، پيشاب جي نئين ڳوٿري ناهڻ جي ڪوشش ڪئي سون پر اُها بہ هلي نہ سگهي. مسئلو

اهو آهي تہ مختلف بيمارين لاءِ دوائون ۽ مصنوعي عضوا ناهيندڙ وڏين ڪمپنين وٽ غريبن لاءِ وقت ۽ سرمايو ناهي. اُهي مصنوعي دل، ڦڦڙ ۽ هڏيون ناهي تہ پئسا ڪمائي سگهن ٿيون پر غريب عورتن جي پيشاب جي ڳوٿري ناهي ڪين ڇا ملندو دنيا جو وهنوار انهيءَ اصول تي ئي هلي رهيو آهي. دنيا شاهوڪارن لاءِ آهي، غريب لاءِ ڇا آهي، ذلت، پيڙا، بيماري ۽ بيوسيءَ وارو موت.

آپريشن ناڪام ٿيڻ جي باوجود سندس مڙس ايندڙ مهينن ۽ سالن دوران ڪڏهن اڪيلو تہ ڪڏهن زال سان گڏجي مون وٽ ايندو رهيو.

ڊاڪٽر صاحب! دنيا ۾ هيڏي ساري ترقي ٿي وئي آهي، اخبارن ۾ بيمارين جي نون نون علاجن جو ايندو ٿو رهي، ڇا منهنجي زال جي بيماريءَ جو بہ علاج لڌو اٿئون؟

سندس چهري تي پيڙا جا پرلاءُ هوندا هئا. زال سان اُڪير ۽ سندس پريشانيءَ سندس چهري تي واضح چٽيل هوندي هئي. آءُ فقط سوچيندو ئي رهجي ويندو هئس تہ ڪاش آءُ ڪجهہ ڪري سگهان ها.

هڪ ڀيري مون ٻنهي کي ڄاڻ ڏني تہ هڪ طريقي سان علاج ممڪن آهي جنهن ۾ هڪ وڏيڪ آپريشن ڪري ٻنهي گڙدن کان ايندڙ نالين کي آنڊن ۾ لڳائي سگهجي ٿو، ان ريت پيشاب نمن بند ٿي ويندو ۽ پيشاب ڪاڪوس سان گڏ خارج ٿيندو پر ان طريقي سان آپريشن کان پوءِ ممڪن آهي تہ مائي کي ڪجهہ سالن اندر ڪئنسر ٿي پوي.هوءَ تہ راضي ٿي وئي پر

سندس مڙس نابري واري ڇڏي. نہ ڊاڪٽر صاحب! اسين هيئن ئي ٺيڪ آهيون، جيڪڏهن هن کي ڪئنسر ٿي پيو ۽ هوءِ مري پئي تہ منهنجو ڇا ٿيندو. آءُ تہ مري پوندس هن کان سواءِ. هن ٺپ انڪار ڪري ڇڏيو هو.

بانو مون کي ٻڌايو هو تہ سندس مڙس ئي سندس خيال رکي ٿو، سندس پيشاب ۾ پُسيل ڪپڙا ڌار ڪري رکڻ، ڪمري کي صاف سٿرو رکڻ، ڪمري ۾ ۽ سڄي گهر ۾ عطر ڇنڊڻ تہ جيئن پيشاب جي بدبو محسوس نہ ٿئي، اهي سمورا ڪم غلام حسين پنهنجي ذمي کنيا آهن. مون پنهنجي پشيوراڻي زندگيءَ ۾ ڪنهن زال سان ايترو پيار ڪندڙ کو ٻيو مڙس ناهي ڏٺو. فسٽيولا جون شڪار عورتون اڪيليون ئي ايندين آهن يا وڌ ۾ وڌ پنهنجي ماءُ يا ڀيڻ سان گڏجي.

عام طور تي فسٽيولا جي شڪار عورتن کي سندن مڙس ڇڏي ڏيندا آهن، گهڻي ڀاڱي اهڙين عورتن کي طلاق ٿي ويندا آهن ۽ جيڪڏهن طلاق نہ بہ ملي تڏهن بہ ساڻن ڪنهن بہ قسم جو تعلق نہ رکيو ويندو آهي. اهڙي عورت سان ڪيئن ٿو رهي سگهجي جنهن جي جسم مان هر وقت پيشاب ٽمندو هجي. پر غلام حسين هڪ مختلف قسم جو مڙس هو، بلڪل مختلف.

ايئن سال گذري ويا، پوءِ ڪيترن ئي مهينن تائين نہ غلام حسين آيو نہ ئي سندس زال. ذري گهٽ ٻنهي کي وساري ويٺو هئس جو هڪ ڏينهن هوءَ منهنجي ڪمري ۾ لنگهي آئي.

پهرين نظر ۾ تہ ڪيس سڃاڻي ئي نہ سگهيو هئس. هوءَ انتهائي ڪمزور ٿي وئي هئي. وار وکريل ۽ بي ترتيب، چهرو

أجڙيل، اکين ۾ زندگيءَ جي رمق ته هئي پر جيئري رهڻ جي ڪا
اُمنگ، ڪا سڌ نه هئي. سندس چپ چورڻ کان اڳيئي الائي ڇو
مون کي لڳو ته غلام حسين گذاري ويو.

هن سڏڪا ڀريندي آهستي آهستي ٻڌايو ته غلام حسين ان
مهينن تائين جگر جي ڪئنسر جو مريض رهي گذاري ويو.
ڊاڪٽر صاحب! پهرين ڪيس ڪامڻ تي هئي، ڊاڪٽرن ٻڌايو هو ته
ڪيس هيپاٽائٽس جي ڪا بيماري ٿي پئي آهي. ان جو علاج
ايترو مهانگو هو جو اسين ڪرائي نه پئي سگهياسين. پوءِ هو
پاڻ مرادو ٺيڪ ٿي ويو ۽ اسان سمجهيو ته بيماريءَ جي پاڙ
پٽجي وئي پر ڪجهه وقت کان پوءِ ڪيس وري سائي ٿي پئي ۽
پوءِ بيماري جيئن پوءِ تيئن وڌندي وئي.

سندس اکين مان ڳوڙهن جي لڙي جاري هئي. ڪيس آتت
ڏنيم ۽ اُهي بي معني لفظ چيامانس جيڪي اهڙي موقعن تي
چيا ويندا آهن. ٿورڙي دير ساڻس ويٺو رهيس پوءِ مون کي
آپريشن ٿيٽر وڃڻو پيو، اُتان موٽيس ته هوءَ وڃي چڪي هئي.

ڇهه ست ڏينهن ئي نه لنگهيا هئا جو صبح ساڻ جڏهن
اسپتال جو هيو عملو اڃان ڊيوٽي تي نه آيو هو ۽ آءُ پنهنجي
ڪمري ۾ اخبار پڙهي رهيو هئس جو دروازي تي ٺڪ ٺڪ
ڪري هوءَ اندر هلي آئي.

اداسي ۽ پيڙا سندس سموري شخصيت تي ڇانيل هئي. هوءَ
خاموشيءَ سان منهنجي سامهون واري ڪرسيءَ تي ويهي رهي ۽
منهنجي ڪجهه ڳالهائڻ کان اڳ چوڻ لڳي.

ڊاڪٽر صاحب! اڃان به منهنجو آپريشن ٿئي ٿو سگهي.

ڪيس ٻيهر ان آپريشن جو ٻڌايم جنهن ڪان غلام حسين منع ڪئي هئي ڪيس ٻيهر ان جا تفصيل ٻڌايم.

ڊاڪٽر صاحب! اها آپريشن ڪريو، پل ان دوران يا ان ڪان پوءِ مري پوان. هن بدبودار زندگيءَ مان ته ڇوٽڪارو ملندو. جيستائين هو جيئرو هو سيئي مون ڪي برداشت ڪندا هئا ڇاڪاڻ جو منهنجي اهڙي حالت ۾ به هن پنهنجي من سان لڳائي ٿي رکيو پر هاڻ ته منهنجي ننڍي نهن به ڇئي ڇڏيو آهي ته ڪائنس منهنجا ناپاڪ ڪپڙا ۽ بدبو برداشت نٿا ٿين.

اهو چئي هوءَ اوڇنگارون ڏيڻ لڳي. ٿورڙي دير ڪان پوءِ ٻيهر چوڻ لڳي ڊاڪٽر صاحب! اها ڳالهه هن مون ڪي اڪيلائپ ۾ نه پر منهنجي پٽ جي سامهون ڪئي. ان پٽ جي سامهون جنهن جي لاءِ مون جيئري رهڻ جون دعائون گهريون هيون. منهنجي سمورن پٽن ۽ نهن پنهنجون اکيون ڦيرائي ڇڏيون آهن. ڊاڪٽر صاحب! منهنجي ڌيءَ مون کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ چاهي ٿي پر هن بيماريءَ سان سندس ساهراڻي گهر ڪيئن وڃان سندس ڇهري تي انيڪ سوال هئا.

مون ڪي غلام حسين جو ڳوڙهن سان ڀريل ڇهرو ياد اچي ويو، ايئن لڳم ته ڄڻ هو منهنجي سامهون ويٺو آهي ۽ آهستي آهستي منهنجي پرسان اچي ڇئي رهيو هجي ته ڊاڪٽر صاحب! هن جو آپريشن ڪري ڇڏيو، هيءَ پٽن لاءِ بار ٿي پئي آهي، ڌيءَ جي گهر مرڻ ڇڱو ناهي پر اهڙي زندگيءَ ڪان ته اهوئي بهتر ٿيندو

بانو ڪي اوڏي مهل ئي آپريشن لاءِ داخل ڪري ڇڏيم.

# جنگ جا داغ

هو افغانستان جي هرات صوبي مان آيو هو، مٿي تي افغان واري مخصوص پڳ، جوان ٿيندڙ چهري تي تازو ئي ڦٽيل مڇيون ۽ ڏاڙهي جيڪا شايد هڪيرو ڀي ڪوڙي نه وئي هئي ڊگهو افغاني ڪڙتو جيڪو ڳلي وٽ بنان ڪالر جي ختم ٿي ٿيو، پورو پنو جسم، ڊگهي ڳچي، ڊگهڙي چهري تي ڏاڙهي ۽ پڳ سندس سموري شخصيت کي موهيندڙ ٿي بڻايو. سندس نالو زرياب خان هو.

سندس وڏي پيڻ سائس گڏ هئي، ڊگهي قد جي سنهڙي عام افغان ڇوڪري سهڻو اڇو چهرو، نيريون اکيون، ڀنهي اکين هيٺان هڪ عجيب جهول جنهن کيس اجائين وڌيڪ سهڻو ٿي بڻايو ڪاڇي، جي مٿان نيري رنگ جو ڇٽ نهيل جيڪو عام طور تي افغان عورتن جي چهري تي هوندو آهي، ويڪري پيشاني کيس اوڊيل چادر سندس سڄو جسم ڍڪي رکيو هو.

سندس ڪجهه چوڻ کان اڳ ئي مون کي اندازو ٿي ويو هو ته هوء ڇو آئي آهي. سندس ايندي ئي سڄي ڪمري ۾ پيشاب جي بدبو پکڙجي وئي هئي، يقيني طور تي کيس فسٽيولا جي بيماري هئي. ان مهل مون کي اهو خيال نه آيو هو ته هوء سندس ڀيڻ ٿي سگهي ٿي.

هن ٽنل ٽنل اڙدو ۾ ٻڌايو ته هو افغانستان جي شهر هرات

جو آهي، پنجن مهينن ۾ ڪراچي پهتو آهي، گل زرين سندس پيڻ آهي ۽ ڪيس عورتن جي ڪا بيماري آهي. هو پهرين پشاور ويو هو جتي ڪنهن ڊاڪٽر ڪيس ڪراچيءَ جي اورنگي ٽائون واري قطر اسپتال اماڻيو هو.

هو مون کي وڻيو هو، سادو سودو انداز، پنهنجي پيڻ لاءِ پريشان، نه ڄاڻ ڪهڙو جذبو هو جيڪو ڪيس ڪشالا ڪڍي هرات کان اورنگي وٺي آيو هو. اهڙا حيران ڪندڙ واقعا گهڻ ئي پيش ايندا آهن، خاص طور تي چوڪرين سان هو ته پنهنجي بيمارين جو بار ڪٽي پنهنجي سرئي مرنديون رهنديون آهن هر هر. هيءُ هڪ انوکو ياءُ هو جيڪو پنهنجي پيڻ سان لاڳيتو سفر ڪندو، جبل، نديون، نالا، ويرانا اورانگهي سرحد صوبي جي علائقي غير کان سنڌ جي علائقي غير اورنگي اچي پهتو هو.

مون ڊاڪٽر روهينه کي چيو ته هوءَ مريضا جي چڪاس ڪري ٻڌاءِ ته ڪيس ڪهڙو مسئلو آهي.

ساڳي پراڻي ڳالهه، چوڏهن ورهين جي ڪلڻ ڪيڏڻ، پجڻ ڊُڪڻ، ڪل مسخري ڪرڻ واري چمار ۾ ڪيس ٻٽيهن سالن جي عمرگل سان پرڻايو ويو. شاديءَ جي ٽن سالن کان پوءِ هوءَ ڳورهاري ٿي پئي. هرات شهر کان ٻاهر هڪ ڳوٺ ۾ ٽي ڏينهن ڦتڪڻ کان پوءِ مئل ٻار ڄڻيائين ۽ ان کان پوءِ سندس پيشاب ٿي رڪيو نه ڪاڪوس

هڪ سال ته پنهنجي مڙس جي گهر رهي پر سال گذرندي ئي سندس مڙس ڪيس ڇڏي ڏنو ۽ ٻي شادي ڪري ڇڏيائين. گل زرين ان کان پوءِ پنهنجي پيڪن ۾ رهڻ لڳي.

پوءِ جنگ لڳي. ڪين ته ڪو پتو ئي نه هو ته جنگ ڇو پئي هلي. هنن نه روسين کي ٿي سڄاتو نه امريڪين کي. سندن واسطو نه ببرڪ ڪارمل سان هو، نه نجيب الله سان ۽ نه ئي وري ملان عمر يا اساما سان ۽ نه ئي وري هو افغانستان ۾ هيروئن جي سوداگرن يا هٿيارن جي واپارين جا ماڻهو هئا. هو ته سادا سودا افغاني هئا. صدين کان غريب، نسلن کان جاهل، سندن ابا ڏاڏا ۽ انهن جا به ابا ڏاڏا مزدوري ڪندي پيٽ گذر ڪندا پئي آيا، هو به مزدوري ڪري رهيا هئا. سندن ابي ڏاڏي جي معاشري ۾ به عورتن جي ڪا سماجي حيثيت نه هئي ۽ نه ئي سندن دور ۾ ئي ڪا عزت

هو ته جنگ جو ٻارڻ ٻڻجندڙ ماڻهو هئا. سندن ڪٽنب جو ڪو ٻيو فرد باقي نه بچيو هو. هڪ جنگ جي بمباريءَ ۾ ماءُ پيءُ ۽ ڀيڻ مارجي ويا هئا ۽ هڪ ٻي جنگ وڙهڻ لاءِ به پائر ويا ته وري نه موٽيا ايترو ئي داستان هو سندن

گل زرين کي اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. سندس پاءُ لاءِ ڪا جاءِ نه هئي پر سيني کي پتو هو ته هو به وارڊ کان ٻاهر ڇپري ۾ جيئن تيئن ڪري رهي وٺندو . ايئن ئي ٿيندو هو. مريض پنهنجي مٽن مائٽن سان گڏجي اسپتال تي آيا ۽ هوجيئن تيئن ڪري گذارو ڪري ويندا هئا. گاڏين بيهارڻ واري جاءِ تي، او پي ڊيءَ جي بينچن تي، وارڊن جي ورانڊن ۾، ويجهڙائي واري مسجد ۾ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان ڪم هلي ٿي ويو يا هنن ماڻهن ڪم ڪڍي ٿي ورتو هر قيمت تي ڇاڪاڻ جو مريض جو علاج ته هر صورت ۾ ٿيڻو ئي هو.

اهو سيڪجهه هفتي ڏهن ڏينهن لاءِ ته ممڪن هو پر گل زرين جهڙن مريضن جي مائٽن لاءِ ڏکيائون هيون. هن جا ڪيترائي آپريشن ٿيا هئا ۽ اجان ڪجهه ٿيڻا به هئا.

گل زرين جي پيشاب جي ڳوٿري ۽ ڪاڪوس جي رستي، ٻنهي ۾ سوراخ ٿي پيو هو. ويم دوران ڄمندڙ ٻار جو مٿو ڦاسي پيو هوندو، پوءِ مئل ٻار اتيئي ڦاٿل هوندو، ٻار جي مرڻ کان پوءِ جڏهن مٿو سُسي ننڍو ٿي ويو هوندو ته اهو اتان ڪسڪي ٻئي ڪنهن وجهه پهتو هوندو.

اهڙي صورت ۾ ماءُ جي زندگي ته بچي ويندي آهي پر ٻار مري پوندو آهي. ايذاءُ ۽ تڪليف ته ختم ٿي ويندي آهي پر ارهن مان ڦٽندڙ تڃ ختم ناهي ٿيندي ۽ پيشاب جي ڳوٿري ۽ ڪاڪوس جي رستي ۾ ٿهندڙ سوراخن مان پيشاب ۽ ڪاڪوس ٽمندا رهندا آهن.

اڄڪلهه جي ترقي ڪيل زماني ۾ اهڙيون دوائون ته اچي ويون آهن جن ذريعي تڃ ته ختم ڪري سگهجي ٿي پر اجان اهڙيون دوائون ايجاد نه ٿيون آهن جن سان اهي سوراخ بند ٿي سگهن. اهي سوراخ وڏا به ٿين ٿا ته ننڍا به. ان جو دارومدار ٻنهي، ڳالهه تي آهي ته ويم جي عمل ۾ رڪاوٽ گهڻي دير رهي آهي، ڪيتري دير تائين مئل ٻار ماءُ جي ڪک ۾ يا ڏڻن وچ ۾ ڦاٿل رهيو آهي ۽ ڪيتري دير تائين ماءُ اهو ٻار ڄڻڻ لاءِ زور لڳائيندي رهي آهي.

هلڪا ڦلڪا سوراخ ته معمولي آپريشن ذريعي بند ٿي ويندا آهن ۽ گهڻي ڀاڱي عورتون پنهنجي معمول واري زندگيءَ

ڏانهن موٽي ويندين آهن پر گل زرين انهن ڇوڪرين ۾ شامل هئي جن جا مامرا پيچيدا هوندا آهن.

گل زرين کي اسپتال ۾ داخل ڪندي ئي پهرين ڪيس ڪيڙا مار دوائون ڏنيون ويون ته جيئن ڪيس پنهنجي پيٽ ۾ پلجندڙ ڪينئن کان نجات ملي سگهي. غريب عورتن تي پنهنجي ٻارن کي پالڻ سان گڏوگڏ انهن ڪينئن کي پالڻ جو به ذمو هوندو آهي. اهي ڪينئان اندر ئي اندر هڪ مان ٻه، ٻن مان چار ۽ چئن مان اٺ ٿيندا پنهنجي آبادي وڌائيندا رهندا آهن. سنڌن نيپاج به عورت جي ئي رت سان ٿيندو آهي. انهن عورتن ۾ هيمو گلوبين گهٽجي ويندو آهي ۽ اهي ڪينئان وڌندا ويندا آهن.

روشنين جي شهر ڪراچيءَ جي اورنگي واري علائقي جي عورتن جو هڪ وڏو تعداد انهن ڪينئن جي پالنا تو ڪري قطر اسپتال ۾ داخل ٿيندڙ ڪمزور ۽ گهٽ هيموگلوبين وارين ڳورهارين کي هڪدم اهڙيون دوائون ڏنيون ويندين آهن جن ذريعي اهي ڪينئان مري ٿا پون ۽ مرڻ کان پوءِ پاڻ مرادو خارج ٿيو وڃن. انسانن اندر انهن پيراسائيٽ کي مارڻ جون دوائون ته ملي ٿيون وڃن پر سڄي ملڪ کي ڪينئن جيان ڏريندڙ، آهستي آهستي ڳڙڪائيندڙ انسان شڪل ڪينئن کي مارڻ جي ڪا دوا ناهي.

پاڪستان، افغانستان، هندستان، بنگلاديش، نيپال، برما جي غريبن ۾ اها بيماري ان ڪري آهي جو ڪين پيئڻ جو صاف پاڻي ميسر ناهي. سنڌن گهرن ۾ ڪاڪوس ناهن. سنڌن گهرن مان خارج ٿيندڙ فضلي لاءِ مناسب سيوريج سرشتو ناهي. ائنم بمن

وارن هندستان ۽ پاڪستان ۾، پاڪستان کان نجات حاصل ڪندڙ
بنگلاديش ۾، فوجي لٽيرن جي ملڪ برما ۾، بادشاهت کان
جونڪارو ماڻيندڙ نيپال ۾، روسين ۽ امريڪين سان جهيڙيندڙ
افغانستان ۾ اهڙو ڪو نظام ناهي جتي ماڻهن کي پيئڻ لاءِ
صاف پاڻي ملي، سيوريج سرشتو هجي، سندن سمورا ٻار تعليم
پرائي سگهن، سندن عورتون حمل دوران موت جو کاڄ نه بڻجن
يا فسٽيولا جو شڪار نه ٿين.

دوا کائڻ بعد گل زرين جي پيٽان ۾ ڪلو کان وڏيڪ
ڪينئان نڪتا. ڪيس هڪدم فولاد جون انجيڪشنون هنيون
ويون ته جيئن سندس هيمو گلوبين ڇهن کان وڌي گهٽ ۾ گهٽ
ٻارهن ٿئي جو سندس آپريشن ڪري سگهجي.

ڇهن هفتن کان پوءِ جڏهن سندس نازڪ بت ۾ ڪجهه
سگهه آئي، اکين ۾ ۽ ڳلن تي سرخي نمودار ٿي ته ايئن لڳو ته
ڄڻ سندس نيڻن جي جوت پيهر جاڳي پئي هجي، جيئڻ رهڻ
جي خواهش پيهر ڪرموڙيا هجن، ڄڻ ڪو هرات جي ساليانې
ميلي ۾ نرت لاءِ تيار هجي.

سندس پاءُ مون کان پڇيو ته ڊاڪٽر صاحب! هن جو آپريشن
ڪڏهن ٿيندو هي؟ ڪيستائين ٺيڪ ٿي ويندي، ڪڏهن سندس
جسم مان اٿندڙ بدبو ختم ٿيندي ۽ ڪڏهن اسين ان لائق
ٿينداسين جو هرات ڏانهن واپس وڃي سگهون

ڪيس سمجهايم ته هينئر سندس پهريون آپريشن ٿيندو
جنهن ۾ سندس آنڊن ۾ هڪ سوراخ ڪري ان کي پيٽ مٿان
کولي پلاسٽڪ جي هڪ ڳوٿري ۾ هنيو ويندو ته جيئن فضلو

اتي گڏ ٿئي ۽ هيٺ ٺهيل سوراخ پرسان انفيڪشن ختم ٿي
سگهي. ان آپريشن جي ڇهن هفتن کان پوءِ پيشاب وهائيندڙ
سوراخ بند ڪبو، ان جي ڇهن هفتن کان پوءِ ڪاڪوس
وهائيندڙ سوراخ بند ڪبو ۽ ٻنهي سوراخن جي بند ٿيڻ جي ٻن
مهينن کان پوءِ ننڍي آنڊي وارو سوراخ بند ڪري ننڍي آنڊي کي
وڏي آنڊي سان ڳنڍيو ويندو. جڏهن اهو سيڪجهه ٿي ويندو ته
پوءِ هوءَ هڪيپيرو ٻيهر نارمل ڇوڪري ٿي ويندي

ڪيس منهنجي ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي هئي پر سندس
چهري تي آيل تاثرن مان سمجهي ويو هئس ته هاڻ ڪيس خرچ
پکي جو فڪر ورائي ويو هو.

آئٽ ڏنيمانس ته ڪيس ڳڻتي ڪرڻ جي ڪا ضرورت ناهي.
ان سموري علاج معالجي ۾ پئسو ڏوڪڙ خرچ نه ٿيندو ۽
ڪراچيءَ ۾ تمام گهڻا افغان ننڍا وڏا ڪم ڪار ڪن، هو به ان
عرصي دوران پنهنجي لاءِ ڪو ڪم ڪار ڳولهي وٺي ته مناسب
ٿيندو

هن ٻڌايو ته هو ڪنهن ٺيڪيدار وٽ ڪمائي رهيو آهي.
ڪيس پنهنجو فڪر نه هو پر گل زرين لاءِ پريشان هو.

ٻهرين آپريشن جي چوٿين ڏينهن شام جو اسپتال ۾ رائونڊ
پٺي ڪيم جو هوءَ بستري تي نظر نه آئي. پڇا ڪرڻ تي وارڊ
جي نرسن ٻڌايو ته هوءَ پاڙي ۾ ڪنهن جي گهر وينجهڻ وئي
آهي اسپتال ۾ مريضن جي وينجهڻ جو مناسب انتظام نه هو.
مون کي ٻڌايو ويو ته سندس پرسان واري بستري تي داخل
مريضا جو آپريشن اينڊڙ ڪجهه ڏينهن ۾ ٿيڻ وارو آهي ۽ هوءَ

اورنگيءَ جي رهواسڻ آهي ۽ سندس گهر پاتين جي گل زرين ۽ سندس پاڻ سان عليڪ سليڪ ٿي وئي آهي. هنن ٻنهي پاڻ پيتر کي پنهنجو پٽ ۽ ڌيءُ ٻڌائي ڇڏيو آهي ۽ هوءِ ڊاڪٽرن جي اجازت سان اوڏانهن وينجهڻ وئي آهي.

مون کي خوشگوار حيرت ٿي.

ڇهن هفتن کان پوءِ سندس آپريشن ڪري پيشاب جو گوٿريءَ جو سوراخ بند ڪيو ويو. سوراخ بند ڪرڻ سان گڏ ئي عارضي طور تي پيشاب جي ناليءَ ۾ هڪ ڪيٿيٽر هنيو ويو جنهن مان في الحال پيشاب پلاسٽڪ جي هڪ ٿيلهيءَ ۾ گڏ ٿيڻ شروع ٿيو هو. ٻن هفتن کان پوءِ اهو ڪيٿيٽر نڪرڻو هو جنهن کان پوءِ هوءِ پنهنجي سران لائق ٿيڻي هئي جو پنهنجي مرضيءَ سان پيشاب ڪري سگهي.

ڪيترن ئي سالن ۾ پهريون ڀيرو سندس ڪپڙا خراب نه پئي ٿيا. منجهانس ايندڙ بدبو ختم ٿي وئي هئي.

ايندڙ ڏينهن منهنجي وارڊ ۾ رائونڊ دوران سندس چهري تي رونق ۽ ٻهڪ ڏسڻ وٽان هئي. سندس بستري تي مٺائي جو هڪ ڊٻو پيل هو ۽ هڪ وڏي ڄمار واري خاتون ساڻس گڏ ويٺي هئي زيب النسا نالي انهيءَ عورت گل زرين کي پنهنجي ڌيءُ ٻڌايو هو. هن ڊٻو کولي مون کي به مٺائي کارائي.

مٺائي چکيندي ان ڳالهه تي خوشيءَ جو اظهار ڪيم ته هن گل زرين کي پنهنجي ڌيءُ ڪيو آهي. سندس اکين ۾ ڳوڙها چلڪي آيا. اهڙي سهڻي نينگريءَ جو ڪو ته هئڻ کپي ڊاڪٽر صاحب! منهنجي زندگي به شل ڪيس لڳي، هن ويچاريءَ ڏاڍا

ڏک پوڳيا آهن. هن آهستي آهستي چيو.

ايندڙ آپريشن تائين هن کيس پنهنجي گهر وڃي وڃڻ ٿي چاهيو، هاڻ ته فقط نرسنگ ئي ٿيڻي هئي، ٻنهي ٿيلهين کي پرڄڻ کان بچائڻو هو ۽ وقفي وقفي سان انهن کي خالي ڪرڻو هو. مون اجازت ڏئي ڇڏي

ٽن هفتن کان پوءِ گل زرين، زيب النسا ۽ پنهنجي ڀاءُ سان گڏ موٽي آئي. ساڻن گڏ زيب النسا جو وڏو پٽ مجاهد علي به هو. هو ٻيهر مٺائي کڻي آيا هئا.

گل زرين جي پيشاب واري ناليءَ مان ڪيٿيٽر ڪڍيو ويو. پيشاب جي ڳوٿريءَ جو سوراخ بند ٿي چڪو هو، هاڻ ٻن هفتن کان پوءِ ڪاڪوس جي ناليءَ ۾ ٿيل سوراخ بند ڪرڻ جي ضرورت هئي.

گل زرين جي ڀاءُ کي افغاني ڪڙتي بدران پاڪستاني طرز جا شلوار قميص پهريل هئا. هو ڀاري لهجي ۾ اردو ڳالهائي رهيو هو. هو مزدوري ڇڏي مجاهد عليءَ جي دڪان تي ڪم ڪري رهيو هو. سندن ناتن ۾ مون کي ڪنهن به قسم جي مصنوعي پڻي جو احساس نه ٿيو. من ئي من ۾ خوش ٿيس ته اڃان به دنيا ۾ پيار ونڊيندڙ موجود آهن ۽ اهو سوچي ڏکوئجي ويس ته آپريشن کان پوءِ ته هو افغانستان موٽي ويندا ۽ زيب النسا ان جدائي کي ڪيئن منهن ڏيندي

يوڳ واري انداز ۾ چيم به ته محبت ۾ احتياط ڪريو، سياڻي هيءَ هليا ويندا ته پوءِ ڇا ڪندئو!

قسمت ۾ ڇا لکيل آهي ان جو ڪنهن کي پتو ڊاڪٽر

صاحب! قسمت ئي ڪين هتي آندو آهي ۽ قسمت ئي جيڪڏهن ڪٿي وٺي ته اسين ڇا ٿا ڪري سگهون. سندس نيڻن ۾ موتي جرڪي رهيا هئا.

گل زرين جو ٽيون ۽ چوٿون آپريشن به ڪامياب رهيو، هوءِ نقص واري عورت نه رهي هئي. سندس جسم ۾ ٽيئي سوراخ بند ٿي ويا هئا، سندس جسم مان ڦٽندڙ بدبو ختم ٿي وئي هئي. بهاري طرز واري شلوار قميص ۾ سندس مٺو پوتيءَ سان ڍڪيل هو. سندس نيڻن ۾ ڳوڙها پرجي آيا هئا. هن زيب النسا جو هٿ زور سان پڪڙي رکيو هو.

گل زرين جي ياءِ پنهنجي ڏاڙهي ڪوڙائي ڇڏي هئي ۽ ڪيس پتلون ۽ قميص پاتل هئا جيڪي مجاهد عليءَ خاص طور تي هن لاءِ ٺهرايا هئا. هن ٻڌايو ته هو في الحال اورنگيءَ ۾ ئي رهندو ۽ پوءِ فيصلو ڪندو ته ڇا ڪري هو مون سان ڀاڪر پائي مليو ۽ انتهائي خلوص وچان منهنجا ٿورا مڃڻ لڳو جڻ مون سندس زندگي بدلائي ڇڏي هجي.

مون ڀيهر زيب النسا کي ساراهيو جو هن ٻن يتيمن جي واهر ڪئي. منهنجي لاءِ اها ڳالهه انتهائي حيرت انگيز هئي. سندس چهري تي ڀيهر اداسي تري آئي ۽ اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيس

نه ڊاڪٽر صاحب! منهنجا ڀاڳ ڀلا هئا جو اَءُ آپريشن لاءِ اسپتال ۾ داخل ٿيس ۽ قسمت مون کي پنهنجي ٻارن سان ڀيهر ملايو. مالڪ جڻ منهنجا ٻار مون کي موٽائي ڏنا آهن.

سندن اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا ۽ نڙيءَ ۾ جڻ ڳنڍ پئجي

ويس. ڪائنس ڪجھ ڳالھايو نہ ٿيو. مجاهد اڳتي وڌي ڪيس
سهارو ڏنو. هوءَ ڳيت ڏئي ٻڌائڻ لڳي تہ 1971ع وارن وڳوڙن
دوران هوءَ ڪوميلا ۾ هئي جتي سندس مڙس پاڪستان ريلوي
جو ملازم هو ۽ اتان ئي سندس جوان ڌيءَ ۽ معصوم پٽ کي
اغوا ڪيو ويو. مڪتي باهنيءَ وارن ڪائنن پاڪستان جو پلانڊ
ورتو هو. پوءِ نہ ڄاڻ ڪهڙي ريت اسين بنگلاديش مان
نڪتاسين ۽ هندستان ڪان ٿيندي ٿرپارڪر رستي پاڪستان
پهتاسين ۽ هتي اورنگيءَ ۾ جهڳي هڻي زندگيءَ جي ٻيهر
شروعات ڪئي سين. ٻچي ويل ٻن پٽن ۽ هڪ ڌيءَ کي وڏو
ڪري پرڻايوسين. سندن پيءُ پنهنجي اغوا ٿيل ڌيءَ کي
ساريندي پساهہ ڏئي ويو ۽ آءُ اڄان بہ راتين جو ڇرڪي جاڳي
پوندي آهيان، جڏهن ڏور، گهڻو ڏور ڪان منهنجي ڌيءَ سڏيندي
اٿم. نہ ڄاڻ ڪٿي هوندي، ڪهڙي حال ۾ هوندي، جيئري بہ
هوندي الائي نہ. ڪنهن گهر ۾ سريت هوندي يا نوڪرياڻي يا
الائي هندستان جي ڪنهن بازار ۾ وڪامجي وئي هوندي. هوءَ
سڏڪا ڀرڻ لڳي.

منهنجو من ڄڻ ڪنهن چينياٽي ڇڏيو هجي. جن جا پنهنجا
پيارا لٽجي وڃن سي پيار ونڊڻ ۾ ڪا ڪنجوسي نہ ڪندا آهن.

اسان سيني مٺائي ڪاڍي ۽ هو موڪلائي ويا.

ڪيترن ئي مهينن تائين پتو ئي نہ لڳم تہ گل زرين ۽
سندس ڀاءُ ڪيئن آهن. اورنگيءَ ۾ آهن يا هرات هليا ويا آهن.
ڪيترائي ڀيرا سندن خيال آيم پر ڪنهن نہ ڪنهن مصروفيت
سبب ڪين وساري ٿي ڇڏيم. زندگي ئي ايڏي مصروف ٿئي ٿي

هن دور ۾.

هڪ ڏينهن ڪنهن سبب ڪري اسپتال نہ وڃي سگهيس، ٻئي ڏينهن پهتس تہ منهنجي ميز تي هڪ ڪارڊ پيو هو جيڪو گل زرين جو پاءُ ۽ مجاهد علي ڇڏي ويا هئا. اهو گل زرين جي شاديءَ جو ڪارڊ هو. اهو طئي ڪري ڇڏيم تہ ان ۾ ضرور شريڪ ٿيندس

اورنگي سيڪٽر اٺ جي گهٽيءَ ۾ سندن گهر آڏو شاميانو لڳل هو. مجاهد عليءَ ڪنهن خاص مهمان جيان منهنجو آدر ڀاءُ ڪيو. گل زرين جو وهان زيب النسا پنهنجي ٽٽان جي پٽ اقبال سان ڪرايو هو. ويم دوران گهڻو رت وهڻ ڪري سندس زال گذاري وئي هئي. سندس ٽن سالن جي ڌيءَ کي ماءُ جي ضرورت هئي اهو تہ فقط زيب النسا ئي سمجهي سگهي ٿي. پوءِ گل زرين ۾ کهڙي کوٽ هئي، هوءَ خوبصورت هئي، مڪمل هئي ۽ ان لائق هئي جو ٻار ڄڻي. اقبال کي ايتري سٺي ۽ سهڻي زال ٻهارين ۾ ڪٿي ملي ها!!

گل زرين جو پاءُ بهاري پاجامي ۽ شيروانيءَ ۾ ملبوس هو. سندس ڏند پان ۽ گٽڪو کائڻ ڪري ڳاڙها ٿيل هئا ۽ خوشيءَ وچان سندس چهرو ٻهڪي رهيو هو. هو ڀاڪر پائي مون سان مليو

مون سمجهيو هو تہ تون هرات هليو ويو هوندين؟ ڪيس چيم

هرات ۾ ڏوڙ ئي ڏوڙ آهي. بربادي ئي بربادي آهي. اتي منهنجو آهي بہ ڪير. سيئي جنگ جو ڪاج ٿي ويا آهن، هتي تہ

مون کي ماءُ بہ ملي آهي تہ پاءُ بہ ۽ منهنجي پيٽ جي شادي بہ
پئي ٿئي.

هو گل زرين سان ملائڻ لاءِ مون کي ڪنوار جي ڪمري ۾
وٺي ويا. زيب النسا خاموشيءَ سان ڳوڙها ڳاڙيندي منهنجو
آڌرڀاءُ ڪيو. مون کي لڳو تہ ڇڻ ڇٽي رهي هجي تہ جنگ چو ٽي
ٿئي، ڊاڪٽر صاحب ! رت، موت، ڏڪار، وڇوڙو، ڏک، بي
سڪون راتيون، بي قرار زندگي ۽ غريبن جي بربادي ڪوميلا
ڪان هرات تائين لاش وڪريل آهن. انهن لاشن جي ڍير مان ڪتان
ڪا معصوم نينگري جهاتي پائي پنهنجي ماءُ کي سڏي رهي
آهي.

گل زرين ۽ زيب النسا سان گڏ جي تصوير ڇڪرايم. گهڻي
عرصي ڪان پوءِ تنهن رات انيڪ چڱا سپنا ڏٺا هئم.

# زندگيءَ جا گهاوَ

اهو حمل ضائع ٿيڻ جو سادو سودو ڪيس نہ هو.

نواب شاهہ جي سول اسپتال ۾ حمل ضائع ٿيڻ واريون ڪيتريون ئي عورتون اينديون آهن. حمل ضائع ٿيڻ هڪ عام ڳالهہ آهي. لکين ڪروڙين عورتن کي تہ پتو ئي نہ لڳندو آهي تہ ڪو سندن حمل ضائع ٿي ويو آهي. قدرت جو نظام ان قسم جو آهي جو ٿيندڙ ٻار ۾ جيڪڏهن ڪا اهڙي خرابي آهي جنهن سان گڏ جيئرو رهڻ ممڪن ئي نہ هجي تہ پوءِ حمل پاڻ مرادو ضائع ٿي ويندو آهي. اهڙي حمل کي ضائع ڪرائڻ لاءِ ڪنهن دائي، نرس، مڊوائف يا ڊاڪٽر جي ضرورت ئي نہ پوندي آهي. قدرت جا پنهنجا اصول آهن، پنهنجو نظام. اها ان بحث ۾ پوندي ئي ناهي تہ زندگيءَ جي شروعات ڪڏهن ٿي، دل ڪڏهن ڌڙڪڻ شروع ڪيو، روح ڪڏهن تو جسم ۾ داخل ٿئي، ڪُک اندر حياتي ڪڏهن ٿي ڪَرَ موڙي جاڳي ۽ ٻار ڪيرائڻ تہ ايئن آهي ڄڻ انساني نسل خلاف جنگ. جڏهن کان دنيا ٺهي آهي، انسان ڦٽيا آهن ۽ ڄمر جو سلسلو شروع ٿيو آهي، حمل ضائع ٿيندا رهيا آهن ۽ ٿيندا رهندا

پر ان حمل جي ضائع ٿيڻ وارو مامرو ايترو سادو سودو نہ هو. هوءَ نوابشاهہ پرسان دولتپور شهر جي پسگردائي واري ڪنهن ڳوٺ مان آندي وئي هئي. ڪيس ڏسندي ئي ايئن لڳو تہ

جڻ هوءَ مري ويندي، اُڪڙيل اُڪڙيل ساهه، ٽپي ٽامون ٽيل ڳاڙهو
چهرو، چپن تي خشڪ ٽيل ڦيڻ.ننڍ اکڙي ڪيفيت ۾ هوءَ ڪجھ
ٻڏڪي رهي هئي.

آءُ مري وينديس، الاڙي مري ويديس. منهنجي ٻارن جو ڇا
ٿيندو. مون کي بچايو، بچايو. مون کان پاپ ٿي پيو.

ڪيس هڪدم داخل ڪيو ويو. ساڻس گڏ مڪمل ڳالهه ٻڌائڻ
وارو ڪوبه نه هو ته ڪيس ڇا ٿيو آهي. سندس هاري مڙس فقط
اهو ٻڌايو ته پوين ڇئن پنجن ڏينهن کان سندس طبيعت خراب
هئي، قاضي احمد شهر جي هڪ دائي وٽ وئي هئي. پر اُتان
واپس آئي ته سندس پيٽ ۾ سور هو. دولتپور جي ميڊيڪل
اسٽور تان هن ڪيس سور جي دوا آڻي ڏني پر سور ته ختم نه
ٿيو پر ڪيس اُلٽيون شروع ٿي ويون پوءِ بخار ٿي پيس. حڪيم
کي به ڏيکاريو ۽ مسجد مان پاڻي آڻي به پياريوسين پر طبيعت
بهتر ٿيڻ بدران ويتر خراب ٿيندي وئي. دولتپور ۾ موجود ليڊي
هيلٿ ورڪر ڪيس ڏسڻ آئي ته هڪدم نوابشاه اسپتال ڪٽي وڃڻ
جي چيائين. ڳوٺان ڏيڳي ڳاڏيءَ تي وجهي دولتپور ۽ پوءِ اُتان
هڪ موٽرڪار واري کي ڏوڪڙ ڏئي ڪيس نوابشاهه آندو ويو.

سندس حالت خطرناڪ حد تائين خراب هئي.

سندس مڙس غلام علي ڊگهي قد جو هڪ سنهڙو شخص
هو چهري تي ڏاڙهي ڦڻيل، ننڍڙين ننڍڙين اکين تي ڪارا گهاٽا
ڀرون، واضح سڌو نڪ ۽ ويڪري پيشاني. چهري جا نقش ڄڻ
ڪنهن تراشيا هجن. هو يقيني طور تي سهڻو شخص هو. مون
کي هاليووڊ جي هڪ فلم ۾ حضرت موسيٰ جو ڪردار ڪندڙ

اداڪار چارلنٽن هيٽن ياد اچي ويو. سندس ڳهرا ٽلها هٿ ۽ سگهارا ڪلها ان ڳالهه جو پتو ڏئي رهيا هئا تہ هن زندگيءَ ۾ محنت کان سواءِ ڪجهہ بہ ناهي ڪيو. هو اڻپڙهيل هو. ڪاوش اخبار بہ نٽي پڙهي سگهيو. هو صديون پراڻي سنڌي هارين جو تسلسل هو جن زمين جو سينو چيري، دريا مان پاڻي ورائي پنهنجي جواني پنهنجي مالڪن کي ڀيٽا ڪري سنڌن لاءِ ان اپايو هو، سنڌن گهر، حويليون ۽ محل سينگاريا هئا، سنڌن لاءِ جنگيون وڙهيون هيون ۽ سنڌن ٺاهيل اصولن تي پنهنجون جانيون واريون هيون موهين جو دڙو کان بہ سال اڳي ۽ موهين جو دڙو کان پوءِ بہ، گوتم ٻڌ جي پيروڪار جي دور ۾ بہ تہ محمد بن قاسم جي قتل ٿيڻ کان پوءِ بہ. سومرن، مغلن ، ڪلهوڙن، ٽالپرن جي وقت ۾ بہ تہ انگريزن جي حڪمرانيءَ واري زماني ۾ بہ، پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بہ ۽ ون يونٽ جي خاتمي کان پوءِ بہ هنن ماڻهن جو مقصد ان کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو تہ هو پنهنجي سردارن، پيرن، وڏيرن، جاگيردارن، زميندارن ۽ سيدن جون ٻنيون آباد ڪن، سنڌن خدمت لاءِ پنهنجي نسل ۾ اضافو ڪن ۽ وقت کان اڳي مليريا، ٽائيفائيڊ، ڪالرا، طاعون، ماتا يا ان قسم جي ڪنهن ٻئي مرض ۾ چڙي چڙي مري وڃن...

چون ٿا تہ هاڻ ماتا ختم ٿي وئي آهي. گڏيل قومن جي ادارن ان جو انت آڻي ڇڏيو آهي. ماتا ختم ٿي وئي تہ ڇا ٿيو نسل جي خاتمي لاءِ ڪاري ڪامڻ جو موجود آهي، دنيا شايد ڪڏهن بہ نہ بدلبي.

هن کي هڪ سئو چار بخار هو، سندس نبض انتهائي هلڪي هئي ۽ بلڊ پريشر انتهائي گهٽ هئس، مٿي جو سٽر ۽ هيٺ جو چاليهه. هوءَ هڪ منٽ ۾ اناويهه ٽيهه ڀيرا ساهه کڻي رهي هئي. سندس هيموگلوبين ست هو. نه ڄاڻ هوءَ جيئري ڪيئن هئي. ڳوٺن جون هيءُ پورهيت هاري عورتون مرڻ ۾ دير به گهٽي لڳائيندڙيون آهن.

ڪيس هڪدم ڊرپ هڻئي وئي ته جيئن بخار ۽ ساهه ذريعي ضائع ٿيندڙ پاڻي جسم ۾ پهچائي سگهجي. نڪ تي آڪسيجن جي نلڪي هڻئي وئي ته جيئن ساهه کڻڻ ۾ سولائي ٿئي. مضبوط قسم جون به اينٽي بايوٽڪ شروع ڪيون ويون ته جيئن جسم ۾ پکڙيل انفيڪشن خلاف ڪو بند ٻڌي سگهجي. سندس ٿورڙو رت ڪدي ليبارٽري اماڻيو ويو ته جيئن گهٽ ۾گهٽ رت جي ٻن بوتلن جو بندوبست ٿي سگهي. جيڪڏهن سندس آپريشن جي ضرورت پوي ٿي ته ان لاءِ رت هڻڻ ضروري هو ڇاڪاڻ جو مريضا جو هيموگلوبين انتهائي گهٽ هو.

جڏهن اندروني معائنو ڪيو ويو ته صورتحال انتهائي خوفناڪ هئي. سندس ٻچيدانيءَ ۾ سوراخ هو ۽ ان سوراخ ذريعي آنڊا ٻاهر نڪري رهيا هئا جن ۾ تمام گهڻا ننڍڙا ننڍڙا سوراخ هئا جن مان ڪاڪوس ٽمي رهيو هو. پيشاب جي ڳوٿريءَ جي هيٺين حصي تي ڪارا ڇريو نشان هو جنهن جي چئني پاسي جمع ٿيل رت هو.

هوءَ تقريباً بيهوش هئي ۽ ڪجهه به ٻڌائڻ جهڙي نه هئي پر اندازو ڪرڻ ۾ ڪا ڏکيائي نه ٿي ته هوءَ ٻار ڪيرائڻ لاءِ ڪنهن

وٽ وئي هئي جتي ساڻس اها سموري ويڌن ٿي هئي.

غريب ماڻهن لاءِ ٻار ڄڻائڻ به هڪ مسئلو آهي. شاهوڪار ڇوڪريون ۽ عورتون جائز ۽ ناجائز ٻار ضائع ڪرائڻ لاءِ شهر جي قابل ترين گائناڪولاجسٽ وٽ هلي وينديون آهن ۽ مناسب في ڏئي اهو ڪم انتهائي احتياط، صفائي ۽ مهارت سان ڪرايو ويندو آهي. وزيرن، سفيرن، وڏن ڪامورن ۽ حڪمرانن جي ڪٽنب جون عورتون اهوئي ڪم سرڪاري خرچ تي انگلينڊ، يورپ ۽ امريڪا جي اسپتالن ۾ ڪرائي اينديون آهن. ڪو به پڇاڻو نٿو ڪري ڪائنن، ڪوبه سوال نٿو اٿاري. سڀڪجهه صفائي سان ٿي ويندو آهي، مهارت سان. مسئلو ته غريبن جو آهي، انهن ڇوڪرين ۽ عورتن جو جيڪي ڳوٺن ۾ ٿيون رهن يا شهرن جي ڪچين آبادين ۾.

اُهي غريب ڇوڪريون جن سان زوري ڏاڍائي ٿي ڪئي وڃي ۽ جيڪي ڳورهاريون ٿيو پون سي ڪيڏانهن وڃن. اُهي اٻوجهه نينگريون جن کي مرد بيوقوف بڻائي ۽ سندن ناداني مان فائدو وٺي ڳورهاريون ٿا ڪن سي ڪنهن وٽ دانهن ڪٺي وڃن، ڪنهن وٽ واهر لاءِ وڃن يا راڻيءَ جهڙي ڪا عورت جيڪا اڳيئي ستن ٻارن جي ماءُ آهي ۽ هاڻ ڳور هاري ٿيڻ نٿي چاهي سا پنهنجو ٻار ڪيرائڻ لاءِ ڪيڏانهن وڃي.

سماج وٽ ان قسم جي سوالن جو ڪو جواب نه هو بلڪ ان قسم جي سوالن تي سوچڻ جو وقت ئي نه هئس. سماج ته دهشتگرديءَ خلاف جنگ وڙهي رهيو آهي، سماج ته اسلامي نظام لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهي، سماج ته جمهوريت لاءِ لڙائي

وڌي رهيو آهي، سماج ته ڪشمير جي آزاديءَ جون تياريون ڪري رهيو آهي، سماج اهو سيڪجھ ڪري رهيو آهي جيڪو سماج لاءِ اهم آهي. هيءَ بي واهرو، غريب، بيوس ڇوڪريون ۽ عورتون سماج لاءِ ڪهڙي اهميت ٿيون رکن. جن ڇوڪرين جي عزت لٽجي، تن جي شڪائت تي پوليس وارا به سندن ئي يا سندن ڪٽنب جي ڀاتين جي عزت ٿا لٽين. ڪنواري ماءُ کي معاشرو ڪاري ۽ غيرت جي نالي تي قتل ٿو ڪري ۽ راڻيءَ جهڙيون عورتون دائين هٿان اڌ مئل ٿيڻ کان پوءِ سرڪاري اسپتالن ۾ ٿيون پهچن جتي کين خيرات جي نالي تي دوائون ٿيون ڏنيون وڃن، رحم جي نالي تي رت ٿو ملي، امداد جي نالي تي بسترو ٿو ملي ۽ ڊاڪٽرن ۽ نرسن جي رحم ۽ ڪرم تي سندن حياتيون هونديون آهن.

راڻيءَ لاءِ به ڪجھ دوائون اسپتال مان مليون هيون، نوابشاهه ميڊيڪل ڪاليج جي شاگرداڻين ڪيس رت ڏنو ۽ وارڊ ۾ ڊاڪٽرياڻين خيرات ۽ زڪوات جي مد ۾ جيڪا رقم گڏ ڪئي هئي تنهن مان هن لاءِ مهانگي اينٽي بايوٽڪ دوا خريد ڪئي وئي ۽ آپريشن لاءِ ڪجھ سامان ورتو ويو.

سندس آپريشن ڪرڻ پئجي ويو. پيٽ کولي تقريباً سڙيل ڳريل ٻچيداني ڪڍي وئي ۽ سوراخن سان ڀريل ننڍي آنڊي جي ڇچريل حصن کي ڪپي باقي آنڊن کي جوڙيو ويو. ڪيس رت جون ڇھ بوتلون چڙهيون ۽ سندس آپريشن ڇھ ڪلاڪ هلندو رهيو

ٻه ڏينهن ڪيئن هوءَ بچي وئي هئي. عام طور تي اهڙا مريض

ٻڇندا ناهن. شايد سندس اندر جي همت هئي، جيئڻ جي لڳن ۽ خواهش، اهو شديد احساس ته جيڪڏهن هوءَ مري پئي ته پويان سندس ٻارن جو ڇا ٿيندو هن جسماني زخمن کي شڪست ڏئي ڇڏي مجروح زخمي روح جا گهاوَ ڪير ٿو ڏٺي، ڪنهن وٽ وقت آهي جو غريب جي پيڙا محسوس ڪري

آپريشن جي ڏهن ڏينهن کان پوءِ اوچتو ئي اوچتو سندس بسترو آلو ٿيڻ لڳو. مون کي هڪدم اندازو ٿي ويو ته پيشاب جي ٿوٿري ءَتي لڳل ڪارا نشان جن تي رت لڳل هو سي ڳري ڇڻي پيا آهن ۽ ڪيس فسٽيولا به ٿي پيو آهي. پيشاب جي ٿوٿريءَ ۾ سوراخ، جتان مسلسل پيشاب ٽمندو رهندو آهي.

جڏهن دائيون شهر جي ڪچي آبادين، ننڍڙن شهرن يا ڳوٺن ۾ لڪ ڇپ ۾ پنهنجي ڪاراٽيل اوزارن سان ٻار ڪيرائنديون آهن ته هو نه رڳو ٻچيدانيءَ ۾ سوراخ ڪري وجهنديون آهن پر پيشاب جي ٿوٿري به محفوظ نه رهندي آهي. راڻيءَ سان به اهو ڪجهه ئي ٿيو هو. زندگيءَ جا گهاوَ ڪيترا گهرا ٿا ٿين، تن جو اندازو راڻي کي ڏسي لڳي پئي سگهيو.

ٽن هفتن کان پوءِ ڪيس ان مشوري سان اسپتال مان موڪل ڏني وئي ته هوءَ ائين هفتن کان پوءِ موٽي اچي ته سندس پيشاب جي ٿوٿريءَ واري سوراخ جو به آپريشن ڪيو ويندو

هوءَ ائين هفتن بدران ڇئن مهينن کان پوءِ آئي، پنهنجي وڏي پٽ سان گڏ. هو پندرهن سالن جو جوان ٿيندڙ ڇوڪرو هو ۽ منهنجي پڇا ڪرڻ تي ٻڌائين ته جڏهن سندس اسپتال ۾ اچڻ جو وقت ٿيو ته فصل لاباري لاءِ تيار هئا ۽ هارين جا سڄا ڪٽنب

ان ۾ مصروف ٿي ويندا آهن. ڇا تندرست ڇا بيمار، ڇا ننڍا ڇا
وڏا. ڇا مرد ڇا عورتون هر ڪنهن کي ڪم ڪرڻو پوندو آهي.
پيٽ اَن ٿو گهري، ماني ۽ قرض ڏيندڙ قرض واپس گهرندا آهن
جيڪو لاباري کان پوءِ ئي موٽائي سگهجي ٿو. فسٽيولا آهي ته
پوءِ ڇا ٿيو، پيشاب وهي رهيو آهي ته وهندو رهي، فصل جو
لابارو ضروري آهي.

هن پاڻ ئي فيصلو ڪري ورتو هو ته لاباري کان پوءِ
آپريشن ڪرائڻ ويندي. هونئن به بيماريءَ سبب قرض چڙهي
ويو هو سو ڪير لاهيندو

سچ ڳالهه اها آهي ته آءُ اندازو نه پئي ڪري سگهيس ته هن
کهڙي طرح ڪم ڪيو هوندو. ايتري وڏي آپريشن کان پوءِ
ايڏي وڏي بيماريءَ کان پوءِ. آءُ فقط سوچيندو ئي رهيس.

سندس فسٽيولا جو آپريشن سولو هو. آپريشن کان پوءِ
ڪيس چوڏهن ڏينهن اسپتال ۾ رهڻو پيو. چوڏهين ڏينهن جڏهن
پيشاب جي نلڪي ڪڍي وئي ته پيشاب جي ڳوٿريءَ ۾ ٿيل
سوراخ بند ٿي چڪو هو. هوءَ واپس پنهنجي ڳوٺ وڃڻ لاءِ تيار
هئي.

ٻنپهرن جو ٻين وڳي جڏهن اسپتال کان ٻاهر نڪتس ته هوءَ
پنهنجي پٽ سان گڏ وارڊ کان ٻاهر منهنجو انتظار ڪري رهي
هئي هوءَ ۽ سندس پٽ ٻئي منهنجي آڏو بيٺا ها. سندس هٿ ۾
سئو سئو جا پنج وٺيل سٽيل نوٽ هئا جيڪي مون کي ڏيڻ ٿي
چاهيائين

تو منهنجي جان بچائي آهي، مون کي وري جيئرو ڪري

ڇڏيو آهي. هوءَ آهستي آهستي سنڌيءَ ۾ پڙهڪي. سنڌس پٽ ٻڌايو تہ امان لاباري جو ڪم ڪري اهي پئسا تنهنجي لاءِ بچايا آهن، اسان تي تنهنجو ٿورو آهي.

آءُ اهي نوٽ ڪيئن ٿي وٺي سگهيس. هڪ غريب هاريءَ جي لٽيل زال ڪان. مون جيڪي ڪجهہ ڪيو تنهن جو سرڪار مون کي پگهار ٿي ڏنو. مون کيس سمجهايو. وڏي مشڪل سان هنن پئسا واپس ورتا. مون ٻنهي کي سمجهايو تہ اهي پئسا هوءَ پنهنجو پاڻ تي خرچ ڪري، پنهنجي ڪٽنب تي خرچ ڪري

هن منهنجو هٿ چميو ۽ سنڌس پٽ پاڪر پائي مون کان موڪلايو. سنڌس اکين ۾ ڳوڙها هئا ۽ منهنجو من ڦسي پيو هو.

نہ ڄاڻ ڪڏهن هنن غيرتمند غريبن جي سرن تان بيغيرت حاڪمن جو پاڇولو ٽرندو آءُ سوچيندو ٿي رهيس.

# انوکي قربت

ٿلهي ٽڙ ۽ تمام گهٽين تارين واري وڻ هيٺان هوءَ بيٺي هئي سهٽي اهڙي جو هڪ ڀيرو ڏسجي ته پوءِ نظر ئي نه هٽائي سگهجي. مون کيتريون ئي ڪاري چمڙي واريون موهيندڙ عورتون ڏٺيون آهن پر هن جي سونهن بيان ڪرڻ لاءِ لفظ گهڙڻ جي ضرورت هئي. عام لفظن ۾ سندس سونهن جي تشريح ممڪن نه هئي. ڊگهو قد، جسم جو هر انگ مڪمل طور تي پورو پنو. چهري تي ڪجهه اهڙي بيساختگي جو من سائس ڳالهائڻ لاءِ اچلون ڪائي. مڪمل طور تي ڪاري چهري تي ٿلها پرڪشش نمايان چپ، جن جي پويان قطارن ۾ سينگاريل موتين جهڙا چمڪندڙ اڇا ڏند. مٿي تي گهاٽا ڀريل وار جيڪي هن عام افريڪي ڇوڪرين جيان ويڙهيا هئا پر سندس شخصيت ۾ سڀ کان وڌيڪ ڀرپور سندس نيڻ هئا. گهرا، پاتال تائين ڀڏل اداس جوت ڀريا نيڻ. جن کي گهرن ڀروئڻ ۽ ڳورن ڇپرن موهيندڙ بڻائي ڇڏيو هو.

جهوني وڻ جي سامهون ئي رستي جي ٻئي پر اسپتال جو بورڊ لڳل هو پر پوءِ به هن سان ڳالهائڻ جي بهاني طور پڇيو مانس ڊاڪٽر هيملٽن جي اسپتال هيءَ آهي.

ها هن منهنجي چهري تي گهري نظر وجهندي وراڻيو. ان وقت شام جا پنج ٿي رهيا هئا. سج اُلهي رهيو هو ۽ پاڇولا

آهستي آهستي ڊگھا پئي ٿيا. مون ٻيهر مٿس هڪ ڀرپور نظر وڌي ۽ من ئي من ۾ سندس سونهن کي ساراهڻ لڳس. وڻ جي پاڇولي ۾ اڇي بلائوز ۽ هلڪي نيري رنگ جي لنگيءَ جھڙي ڪپڙي ۾ هوءَ ڪنهن اهڙي ڪنوار وانگر ٿي لڳي جنهن جو گھوٽ ڪيس ماڻهن کان اڳيئي پساهه ڏئي چڪو هجي. مڪمل طور تي تيار، اداسيءَ جي ڪارونيار ۾ گھيريل، لٽجي ويل ڪنوار.

آءُ منجھند جو ئي عديس ابابا پهتو هئس. ايئر پورٽ تي ٿورڙي ڏکيائي کان پوءِ جيڪا اسان جھڙن غريب ملڪن ۾ عام آهي، جتي اميگريشن کان وٺي ڪسٽم تائين هر عملدار پنهنجي لاءِ ٻه ڏوڪڙ ٺاهڻ جي فڪر ۾ هوندو آهي، جتي ڪجھ بحث ٿيندو آهي، ڪجھ ڏيتي ليتي ٿيندي آهي، مون کي ٽئڪسي ملي وئي جيڪا ويبا شباهي هوٽل تائين ڪٽي آهي جيڪا هتي جي سڀ کان وڏي ۽ بهترين هوٽل آهي. صاف سٿرا ڪمرا، گرم ۽ ٿڌو پاڻي، انتهائي ڦڙتيلو عملو.

شهنشاهه هيل سلاسيءَ کان پوءِ ايندڙ انقلابن ايٿو پيا کي ڏونداڙي چڏيو هو. حالتن کان لاپرواهه ڪميونسٽ حڪومت، مٿان ملڪ اندر گھرو لڙائيون ۽ سرحدن تي پرڏيهي قوتن سان جھيڙيندڙ فوج، ملڪ مڪمل طور تي غربت ۽ بدحاليءَ جو شڪار بڻجي ويو هو. ملڪ ۾ اهو سڀڪجھ ٿي رهيو هو جيڪو اهڙين حالتن ۾ ٿيندو آهي. بدعنواني، بي ايماني، رستن تي وڪريل فقيرن جا اڻکٽ لشڪر، جسم وڪڻندڙ معصوم نينگريون ۽ عورتون ۽ گھٽين ۾ پلجندڙ اڻ ڳڻيا جائز ۽ ناجائز

پار.

هيءَ اهو ئي ايٿوپيا هو جنهن جي هزارين سال پراڻي تاريخ هئي، جنهن جي ثقافت ۽ سڀيتا جو ذڪر هر آسماني ڪتاب ۾ آهي جتان جي راڻي شيبا پيغمبر سليمان سان شادي ڪئي هئي جنهن جي دور جا کنڊر اڄ به پنهنجي جاهه ۽ جلال سان موجود آهن. اهڙو ماضي ۽ هيءُ حال! آءٌ سوچيندو ئي رهيس.

سخت قسم جي ايٿو پيائي ڪافيءَ جا ڪيترائي ڪوپ پيئي چڪو هئس منهنجو خيال هو ته ايندڙ ڏينهن صبح ساڻ ڊاڪٽر هيملٽن جي اسپتال ويندس پر نه ڄاڻ ڪهڙو پور پيو ته شام جو سج الهندي گهٽ ۾ گهٽ ٻاهران ئي اسپتال ڏسي اچان

هتي مون کي ڇهه هفتا رهڻو هو. ڪيترائي سال اڳ جڏهن ڊاڪٽر هيملٽن جوان هو ته پنهنجي زال سان گڏجي آسٽريليا کان ايٿوپيا ۾ ڪم ڪرڻ آيو هو. شاهه هيل سلاسيءَ جو دور هو. حڪومت کي عورتن جي بيمارين جي ماهر جي گهرج هئي ۽ هنن ٻنهي زال مڙس کي غريب ملڪ ۾ ڪم ڪرڻ جو شوق. سرڪاري اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ جي شروعاتي ڪجهه ڏينهن ۾ ئي هنن ڄاڻي ورتو هو ته وارڊ اهڙين نوجوان عورتن سان ڀريل آهي جيڪي ويم جي سورن دوران ڪيترائي ڏينهن تڙڦڻ کان پوءِ ڄمندڙ مئل ٻار جو داستان ڪٺي آيل هيون. جن جي پيشاب جي ڪوٺريءَ ۾ سوراخ ٿي پيو ٿي. جنهن کي ڊاڪٽري ٻوليءَ ۾ فسٽيولا سڏجي ٿو. ان فسٽيولا مان هر وقت پيشاب ٽمندو ٿو رهي سٿرن، گوڏن، پنڊين ۽ پيرن کي پسائيندو جتين ۾ گڏ ٿيندو ٿو رهي. انهن ڇوڪرين جي پيرن جي آڱرين جا وچ هر

وقت پيشاب ۾ آلا هئڻ ڪري زخمن سان چور ٿا رهن. ڪين سندن مڙس ڇڏيو ٿا ڏين ۽ هو پنهنجي سپنن جا ڪفن اوڍي پنهنجي ارمانن جون ڏوليون ڪٽي پنهنجي پيڪن موٽيو اچن. جسم مان ايندڙ پيشاب جي بدبو ڪنهن کي به سندن ويجهو نٿي اچڻ ڏئي. ماڻهن جون ڌڪار ڀريون نظرون برداشت ڪرڻ ممڪن نه هوندو آهي. اهي ڇوڪريون اهو ٿيون سمجهڻ لڳن ته خدا جو ڪو عذاب آهي جيڪو مٿن ڪنهن ڪيل گناهه عيوض نازل ٿيو آهي. ماڻهو اهو سمجهندا آهن ته انهن عورتن تي جن ڀوت جو ڪو واسو آهي. پيشاب واريون ڏائڻيون، جيڪي پنهنجو ڀيريون ٻار شيطان کي ڀيٽا ڏئي ڦتڪار جو شڪار بڻجن ٿيون. زندگي ڪوڙهه جيان سندن جسمن سان چهٽيل ٿي رهي. موت جي سڌ هوندي به موت نٿو اچي ۽ سيئي سات ڇڏي ويندا آهن، آهستي آهستي.

ڊاڪٽر هيملٽن عديس ابابا ۾ زمين هٿ ڪري فسٽيولا اسپتال جا بنياد وڌا. اسپتال ٺهڻ جي ڀرين ڏينهن کان مريض جا ميڙ ٿي ويا. ايٿو پيا کان، ڪينيا کان، صوماليا کان، سوڊان کان، تنزانيا کان، ليبيا کان ۽ نه ڄاڻ ڪٿان ڪٿان مريض اچڻ شروع ٿي ويا. هيل تائين ٻئي زال مڙس هزارن جي تعداد ۾ ڇوڪرين جو آپريشن ڪري چڪا هئا ۽ سوين ڊاڪٽرن کي تربيت ڏني هئائون جيڪي اهي آپريشن ڪري پئي سگهيا.

آءٌ به پاڪستان مان اها ئي آپريشن سکڻ آيو هئس. پاڪستان ۾ به هزارين ڇوڪريون ان قسم جي مسئلن جو شڪار هيون. سياسي ۽ فوجي حڪومتن هوندي ، ڪرڪيٽ، هاڪي ۽

اسڪواش جي چيمپين هوندي ۽ دنيا ۾ ائٽمي طاقت رکندڙ ڪجھ ملڪن ۾ شامل هوندي به اسين پنهنجي معصوم نياڻين کي فسٽيولا کان نجات ڏيارڻ ۾ ناڪام رهيا آهيون ان ملڪ ۾ جنهن جي ڌرتي سون تي اپائي، جتان جي فوج جديد آهي، جنهن وٽ ائٽم بم آهي، ايف 16 جهاز ۽ آبدوزون به آهن. جتان جي سياستدانن جا محل لندن، پئرس ۽ اسپين ۾ آهن، جن جا ٻار انگلينڊ ۽ امريڪا ۾ تا پڙهن. ان ديس جون غريب اياڻيون ڇوڪريون ڳورهائپ ۾ جيڪڏهن مرن نٿيون ته فسٽيولا جو شڪار ضرور ٿيجيو وڃن.

آءُ پنهنجي انگلينڊ جي تربيت هوندي به پاڪستان اچي ناڪارو ٿجي ويوهئس. انگلينڊ ۾ ڏھ سال ڪم ڪرڻ دوران مون فسٽيولا جو هڪ به مريض نه ڏٺو هو. هر قسم جي تربيت مليل هئي مون کي. اولاد نه ٿيڻ ۽ سنڊيپٽي جو علاج، ٽيسٽ ٽيوب ٻار ناهڻ جو طريقو، حمل دوران هر قسم جي پيچيدگين کي منهن ڏيڻ جون تدبيرون، عورتن جي ڪئنسر جي آپريشن ۽ ليپرو اسڪوپ سان علاج ڪرڻ جي مهارت، ماهواريءَ جا مسئلا، ليزر سان علاج ۽ نه ڄاڻ ڇاڇا.

آءُ ته ڪلندڙ ٽلندڙ عورتون ڏسڻ جو عادي هئس جيڪي شادي يا ان کان سواءِ ڳورهاريون ٿي ايندڀون هيون. نو مهينا سندن چڪاس ڪندو هئس. حمل دوران ٿيندڙ بيمارين جو علاج ڪندو هئس ۽ پوءِ صحتمند مائرون پنهنجي صحتمند ٻارن سان گڏ پنهنجي پنهنجي گھرن ڏانهن هليون وينديون هيون. حمل دوران نه مائرون مرنديون هيون ۽ نه ئي ويم دوران دنيا ۾ ايندڙ

ٻار ڇمڻ ڪان اڳ ڦاسي پوندا هئا، نه ئي ٻن ٽن ڏينهن تائين مئل ٻار مائرن جي ڪک ۾ سڙندا ڳرندا رهندا هئا جن کي ڪپي ڪپي ڪري ڪڍيو ويندو هو. اهڙيون مائرون جيڪڏهن مرڻ کان بچي ويون ته فسٽيولا سان سندن پيشاب ٽمندو ٿي رهيو.

مون کي ياد آهي ته مون پنهنجي پروفيسر کي لنڊن خط لکيو هو ته مون کي لڳي ٿو ته منهنجي سموري تربيت ضائع ٿي وئي آهي. هتي پاڪستان ۾ ڊاڪٽر ته ڪمائي سگهان ٿو پر انهن ڇوڪرين جو علاج نٿو ڪري سگهان جيڪي پنهنجي پيشاب وارين ڳوٿرين ۾ سوراخ سان اچن ٿيون ۽ جن جي زندگي عذاب بڻيل ٿي هجي. آءُ اهي آپريشن نٿو ڪري سگهان لڳيم ٿو ته منهنجي تعليم اڌوري رهجي وئي آهي، منهنجي تربيت بيڪار ۽ منهنجو وجود فقط ڊاڪٽر ڪمائڻ واري مشين جيان آهي، ان ڳالهه جو احساس ڪرڻ کان سواءِ ته آءُ ڪهڙن ماڻهن وچ ۾ آهيان

اوڏي مهل انتهائي خوشگوار حيرت ٿيم جڏهن لنڊن کان منهنجي اڳوڻي باس جو خط آيو ته آءُ عديس ابابا هليو وڃان. رائل ڪاليج ويباشپاهي هوٽل ۾ منهنجي رهڻ جو بندوبست ڪيو آهي. جهاز جو ٽڪيٽ پي آءِ اي آفيس ۾ بڪ ڪيو ويو آهي ۽ ڊاڪٽر ڪيٿرين هيملٽن سان ڳالهايو ويو آهي جيڪا مون کي آپريشن ڪرڻ سيکارڻ لاءِ تيار آهي.

آءُ به هڪدم تيار ٿي ويس.

هوٽل جي وشال لائونج ۾ ڪافيءَ جا ڪڙا ڍڪ پريندي مون

فيصلو ڪيو ته شام جو ئي اسپتال جو چڪر هڻجي ته چڱو
ٿيندو. هوٽل جي ٻاهران ئي ٽئڪسي ملي وئي. ڪزن چس واري
علائقي ڪان ٿيندي ٽئڪسي جما روڊ تي آئي. رستي ۾ ئي شاهه
هيل سلاسيءَ جو شاهي محل هو جنهن ۾ هاڻ انقلابي فوج
پنهنجو هيڊڪوارٽر قائم ڪيو هو. فوجي هيڊڪوارٽر سان لڳو
لڳ ساڄي پاسي فوجين جي اسپتال هئي. اسپتال جي عمارت
مان ئي اندازو پئي ٿيو ته پاڪستاني فوجين جيان هتان جي
فوجين کي به علاج معالجي جون اهي سموريون سهولتون
ميسر آهن جيڪي انهن غريب ۽ هيٺي حال عوام جي پاڳن ۾
ناهن جن جي ڏنل ٽئڪس جي پئسن سان جنگي جهاز ٽا اڏامن،
آبدوزون ترن ٿيون، ٽينڪ ٽا هلن ۽ ائٽم بم ٽا ٺهجن. سندن
قسمت ۾ ته اهيئي دوائن کان وانجهيل اسپتالون آهن ۽ حرام
خور صحت ڪارڪنن سان ڀريل اهي ادارا آهن جتي علاج کان
سواءِ ٻيو سڀ ڪجهه ٿئي ٿو. مون سوچيو ته انصاف شايد
ڪنهن اهڙي جهرڪيءَ جو نالو آهي جنهن کي سنگن واري جن
ڪنهن اهڙي پنجري ۾ قيد ڪري رکيو آهي جنهن جي چابي
شايد ڪنهن کي به ڪڏهن به نه ملي سگهندي. غربت هڪ اهڙي
مستقل لعنت آهي جنهن ڪان ڪو به نجات نه ڏياري سگهيو آهي
۽ نه وري ڏياري ئي سگهندو آسماني اوتار، ڌرتيءَ جا فلسيوف،
نوان نظام قائم ڪندڙ، پرانا نظام ڍاهيندڙ، بادشاهت،
جمهوريت، عوام جي آمريت اهي سيئي هڪ ئي سڪي جا
مختلف پاسا آهن ۽ دولت جي طاقت هڪ مستقل حقيقت آهي ۽
باقي سمورا چڱن لفظن وارا نعرا فقط نعرا ئي آهن.

ٽئڪسي بازار کان ٿيندي جما روڊ جي ڀرسان پاسي غريب آبادي ۽ پرڏيهي سفارتخانن کي پوئتي ڇڏيندي عديس ابابا جي ڳوٺاڻي علائقي ۾ پهچي وئي. ڪجھ ڪيڙيل ٻنين وچان لنگهندي ڪپڙي جو هڪ وڏو ڪارخانو آيو ۽ ڇاڻايل ڏس موجب اتي ئي ڊاڪٽر هيملٽن جي فسٽيولا اسپتال هئي. اتي ئي ٽئڪسي ڇڏيم.

ڪارخاني سان لڳو لڳ رستي تي مڙندي ئي اِهو وڏو شاهي جهونو گهاٽو بزرگ وڻ نظر آيو. جيئن جيئن اُن جي ويجهي ٿيندو ويس، تيئن تيئن هوءَ ٻه ڄڻ اورتي پئي آئي. شام جي ٻڏندڙ سج جي روشنيءَ ۾ ان ڏينهن مون پهريون ڀيرو حليما کي ڏٺو ۽ بس ڏسندو ئي رهيس. هوءَ اهڙي ئي سهڻي، اهڙي ئي مڪمل ۽ اهڙي ئي سندر هئي.

اسپتال ۾ مريضن جو انبوهه هو. شام جو ڇئين وڳي آپريشن ختم ڪري ڊاڪٽر ڪيٿرين اسپتال سان لڳو لڳ نهيل گهر هلي وئي. نرسن مون کي پنهنجو تعارف ڪرايو. ميزبان ۽ ملنسار نرسن مون کي پنهنجي ڪمري ۾ ويهاري اسپتال جي روزمره جي معمول بابت ڄاڻ ڏني. اتي تن ڏينهن ۾ هر ٻئي ڏينهن آپريشن ٿيندا هئا ۽ هر اهڙي ڏينهن ڇهن کان اٺ آپريشن ٿيا. ايندڙ ڏينهن آپريشن جو نه هو.

نرسن ئي مون کي ٻڌايو ته وارڊ ۽ اسپتال کان ٻاهر مريضن جي اوسيڙي وارو مسافر خانو ٺهيل هو ۽ اتي روزانو مريض ڏورانهون پنڌ ڪري ٿي پهتا صبح اٺين وڳي ڊاڪٽر ڪيٿرين پنهنجو رائونڊ شروع ڪندي آهي جيڪو ڏهين وڳي تائين

هلندو آهي، پوءِ چانهه جي وقفي کان پوءِ نوان مريض چڪاسيا ۽ اسپتال ۾ داخل ڪيا ويندا آهن. نرسن ٿي مون کي ڄاڻ ڏني هئي ته ڊاڪٽر هيملٽن جي طبيعت خراب آهي ۽ ڪم ڪار جو سڄو بار ڪيٽرين تي اچي پيو آهي.

مون ڪيس ڊسٽرب نه ڪيو ۽ اسپتال جو چڪر لڳائي هوٽل موٽي آيس. اسپتال جي ٻاهران اونداهي ڇائنجي چڪي هئي. اوسي پاسي ان ڇوڪريءَ کي اک ٽيٽ سان ڳولهڻ جي ڪوشش ڪيم ڪارخاني جي عمارت، اسپتال، جهونو وڻ ۽ سڀ کان پري ننڍڙا ننڍڙا گهر جن ۾ جهٽي روشني ته هئي پر هوءَ نظر نه آئي.

ايندڙ ڏينهن صبح ساڻ اسپتال پهچي ويس . ڊاڪٽر ڪيٽرين کي منهنجي اچڻ جو اطلاع ملي ويو هو. هن هڪيرو ٻيهر مون کي اسپتال گهمائي ۽ پنهنجي رائونڊ ۾ مون کي به شامل ڪيائين. رائونڊ کان پوءِ مون به ساڻس گڏ چانهه پيتي. هن ڪيٽرن ٿي مريضن جون ڳالهيون مون سان سليون ان کان پوءِ سندس ٿي ڪمري ۾ مون به ساڻس گڏ مريض چڪاسيا.

ڏور کان آيل نوجوان ڇوڪريون، گهٽي پاڳي ساڻن گڏ سندن مائرون هيون ڪن سان سندن پيءُ ته ڪي وري اڪيليون آيل هيون ساڳيو ٿي پراڻو قصو.

ٻالڪپڻي ۾ ٽيل طهر جيڪا افريڪا ۽ عرب ملڪن ۾ عام جام هئي. ماهواري شروع ٿيڻ کان اڳ ڇوڪرين کي اڪثر بيهوش ڪرڻ کان سواءِ انهيءَ پوائنٽي وڍ ڪٽ مان لنگهڻو ٿي پيو. ڇوڪرن جي طهر وانگر تيز پاڪيءَ جهڙي چاقو سان

سندس جسم تان ڪل ۾ گوشت بہ ڪوريا ٿي ويا. ڪجھ افريڪا واسين جو خيال هو تہ ان ريت ڇوڪرين ۾ جنسي اُدما ختم ٿي ٿا وڃن ۾ شيطان سندن من ۾ اگهاڙپ پريا خيال تہ وجهي ٿو سگهي پر جسم ڪورڻ سبب منجهن شهوت نہ ايندي ۽ سندن زندگي صالح گذرندي شيطاني خيالن کان بچڻ لاءِ اهو طريقو بہ شاندار هو....

ان کان پوءِ اها ئي ڪچڙي ڄمار ۾ شادي ۽ پوءِ پندرهن سورهن سالن جي ڄمار ۾ ٿيندڙ حمل، ڪڪ ۾ ئي مري ويندڙ ٻار، علاج جون اٿپوريون سهولتون، مٿل ٻارن کي پنهنجي ڪک ۾ ئي ڪيترن ئي ڏينهن تائين رکي اهي عورتون لڇنديون ڦٿڪنديون ٿيون رهن، پوءِ مٿل سڙيل ٻار تہ ڄمي ٿو پوي پر مائرن جي جسم ۾ فسٽيولا بہ ٿيو پوي

حوا کي جيڪڏهن اهو پتو هجي ها تہ سندس ڏيئرن سان آدم جا پٽ ايئن ڪندا تہ شايد حوا پاڻ بہ ڄمڻ کان انڪار ڪري ها. آهٔ ان قسم جي خوشفهمين جو شڪار ٿي پئي سگهيس، ان کان سوءِ ڪو ٻيو چارو بہ نہ هئم.

ان ڏينهن منجهند جي مانيءَ کان پوءِ انهن ڇوڪرين کي اسپتال مان موڪل ڏني وئي. هڪ خاص ڪمري ۾ اهي اٺ ئي ڇوڪريون نوان ڪپڙا پهري ويٺل هيون آپريشن جي ٽن هفتن کان پوءِ هاڻ هو جسماني نقص کان پاڪ هيون

ڊاڪٽر ڪيٿرين ٻڌايو تہ هر ٻئي ڏينهن او پي ڊيءَ کان پوءِ موڪل ملندڙ ڇوڪرين کي نوان وڳا ڏنا ويندا اهن جيڪي هڪ طرح سان ان ڳالھ جو اهڃاڻ آهن تہ انهن نون ڪپڙن جيان هاڻ

سندن زندگي بہ نئين آهي پيشاب جي بدبو کان سواءِ. هو پنهنجي گهرن ڏانهن وڃن. پنهنجي ڳوٺ يا پاڙي ۾، پنهنجي مڙسن وٽ يا نئين شادي ڪن. ڪين ٻڌايو ويندو آهي تہ هو ٻار بہ ڄڻي سگهن ٿيون پر نارمل طريقي سان نہ. سندن ويم سدائين آپريشن سان ئي ٿيندو. جيڪڏهن نارمل طريقي سان سندن ويم ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ ڪين ٻيهر فسٽيولا ٿي پوندو ۽ پوءِ اهو ٺيڪ ٿيڻ ممڪن نہ هوندو

مون سرهائي جا انيڪ ڳوڙها انهن موڪل ملندڙ ڇوڪرين جي نيڻن ۾ جرڪندي ڏٺا. آءُ پنهنجا ڳوڙها روڪي نہ سگهيس. مون کي لڳو تہ جڻ ڊاڪٽر هيملٽن ۽ ڊاڪٽر ڪيٿرين هن دور جا اُهي صوفي آهن جيڪي فقط خوشيون ئي ورهائي سگهن ٿا. آسٽريليا، نيوزيلينڊ کان هزارين ميلن جو فاصلو ڪري ايٿو پيا جي شهر عديس ابابا جي پسگردائي واري علائقي ۾ فسٽيولا آپريشن ڪندڙ هاٿوڪي دور جي انهن ولين لاءِ نہ ڄاڻ ڪٿي ڪٿي دعائون گهريون ويندون هونديون نہ ڄاڻ ڪيترن هزارين ڇوڪرين کي هنن بي نقص ڪيو هوندو، سندن زندگيءَ ۾ خوشيون وکيريون هونديون، ڪين ٻيهر ان لائق بڻايو هوندو تہ هو معاشري ۾ ڪنڌ ڪڍي هلن، ڪنڌ جهڪائي نہ.

ان ڏينهن ڪيترائي ٻيرا حليما جو خيال من ۾ آيم پر هوءَ ڪٿي بہ نظر نہ آئي. اسپتال کان ٻاهر نڪري ٽپهريءَ جي سارينڌڙ اس ۾ انهيءَ جهوني وڻ هيٺان ڪجهہ گهڙين لاءِ بيهي هيڏانهن هوڏانهن واجهائيندو رهيس تہ من ڪٿي نظر اچي وڃي. واپسيءَ تي فيصلو ڪيم تہ ٽئڪسيءَ بدران پنڌ تو هوٽل

وڃان تہ جيئن عديس ابابا شهر بہ ڏسي ۽ محسوس ڪري
سگهان ڏکهي رستي تي هلندي هلندي تمام گهڻو اڪتي وڃي
بيخياليءَ ۾ ڪنڌ ورائي ڏٺم تہ جهونو وڻ بہ نظر آيو تہ ان جي
ڇانوري ۾ اڇي بلائوز ۽ نيري لنگيءَ ۾ بيٺل حليما بہ نظر آئي.
ٿورڙي دير تائين ڪيس ڏسندو رهيس. ايئن لڳو تہ ڄڻ اڄوڪي
ڏينهن جا سڀ ڪم پورا ٿي ويا ۽ پوءِ سندس باري ۾ سوچيندو
اچي هوٽل پيڙو ٿيس.

تنهن رات ڏهين وڳي تائين عديس ابابا جي من موهيندڙ
شهر جي تاريخي گهٽين، بازارن ۽ چوڪن ۾ گهمندو رهيس.
راڻي شيبا جي حڪمرانيءَ ۾ رهندڙ هزارين سال پراڻي هيءَ
قوم بہ راڻي شيبا وانگر ئي پراسرار آهي ۽ شيبا وانگر ئي
سهڻي بہ. مون کي لڳو تہ هيءُ شهر بہ منهنجو آهي ۽ آءٌ هتي
رهي سگهان ٿو.

ايندڙ ڏينهن آپريشن جو هو. صبح ساڻ آپريشن ٿيٽر پهچي
ويس اندر وڃي آپريشن جو سائي رنگ وارو وڳو پهري ان
ڪمري ۾ پهچي جتي ڊاڪٽر ڪيٽرين آپريشن ڪري رهي هئي
گلبارننگ ڇيو ئي هئم جو مٿس نظر پئجي وئي. حليما ٿيٽر
جي ڪپڙن ۾ ڍڪيل، مٿو ويڙهيل، چپ، وات، نڪ لڪيل. پر
اهي اکيون، انهن کي تہ لکين اکين مان بہ سڃاڻي ٿي سگهيس.
هوءَ ڊاڪٽر ڪيٽرين جو هٿ ونڊائي رهي هئي. اندازو لڳائڻ ۾
دير نہ لڳيم تہ هوءَ ٿيٽر جي نرس هئي.

اهو ڏينهن ۽ ان کان پوءِ ايندڙ سمورا ڏينهن ڀرپور گذريا.
روزانو اسپتال ويندو هئس. شام جو دير تائين اتي ترسندو

هئس هر آپريشن ۾ ڊاڪٽر ڪيٿرين جي همڪاري ٿي ڪيم. پندرهن ڏينهن کان پوءِ مون پهرين ڀيرو پنهنجي سر آپريشن ڪيو. ڊاڪٽر ڪيٿرين، حليما، موراج گا، الڪوگشي، زوري نانا ۽ اسپتال جي ٻين ڪيٿرين ئي نرسن ۽ ٻئي عملي منهنجو هٿ ونڊايو. ان ڏينهن کان پوءِ انهن نرسن جي مدد سان سولا آپريشن ڪرڻ لڳس جڏهن ته ڏکين ۽ پيچيدي آپريشن ۾ ڊاڪٽر ڪيٿرين منهنجو ساٿ ٿي ڏنو ۽ سگهو ئي انهن ۾ پڙ تي ويس.

وقت تيزيءَ سان گذري رهيو هو ۽ منهنجي ڪوشش هئي ته جيترو جلدي ممڪن هجي سڪي وڃان چاڪاڻ جو پوءِ شايد ڪو سيکارڻ وارو نه ملي. اڪثر مريضن کي ٿي چڪاسيم. روزانو ڏسندو هئس ته شام ڏاري حليما ساڳي وڻ جي هيٺان ساڳين مخصوص ڪپڙن ۾ ويٺي هوندي هئي. پنهنجي اداس نيڻن سان، پنهنجي ڀرپور وجود سان

هوءَ انتهائي چست ۽ ڪم ڪندڙ نرس هئي. سچ ته اهو آهي ته ڊاڪٽر ڪيٿرين مون کي آپريشن ڪرڻ جا طريقا سيکاريا ۽ حليما ٿيٽر اندر آپريشن واسطي ٿيندڙ مختلف سرگرمين کان واقف ڪيو. آپريشن کان پوءِ مريض جو خيال ڪيئن رکجي، آپريشن جي ناڪاميءَ جي صورت ۾ ڇا ڪجي، مريض سان ڪيئن ڳالهائجي، حليما کي جڻ انهن سمورين ڳالهين جو اونو ئي رهيو.

پوءِ هڪ ڏينهن مون کي پتو لڳو ته حليما، اي ٻهتوءِ ڪروسي ۽ مريم نرسون جيڪي ٿيٽر ۾ ڪم ڪري رهيون

هيون سي اصل ۾ نرسون نہ هيون پر گذريل ڪجهہ سالن دوران
ايڏن وڏن فسٽيولائن سان اسپتال ۾ آيون هيون جو سندن
آپريشن ممڪن نہ هو. ڪيترائي ڀيرا آپريشن ٿيا پر هر ڀيري
ناڪامي ٿي ٿئي. ان ڪان پوءِ هو اسپتال ڪان واپس ئي نہ ويون
۽ اتي ئي ڪم ڪرڻ لڳيون. ڊاڪٽر هيملٽن ۽ ڪيترين سندن
ذهني لڳاءَ ڏسي ڪين وارڊ ۽ ٿيٽر جي نرسن جو ڪم سيکاريو.
ٿيٽر ۾ ڪم ڪندي هو آپريشن ۾ هٿ ونڊائڻ لڳيون هاڻ ٿيٽر
جو سمورو عملو هنن تي ئي ٻڌل هو.

گهرن ڪان تڙيل، پنهنجي پيشاب جي ڳوترين ۾ وڏا وڏا
سوراخ ڪنيل اهي ڇوڪريون پاڻ جهڙين ٻين ڇوڪرين جا
آپريشن ڪري رهيون هيون، ڪين پنهنجي پيرن تي بيهڻ ۾ مدد
ڪري رهيون هيون هيءَ اسپتال سندن پيڪو هو، اهائي اسپتال
سندن ساهراڻو گهر. هو هتي ڄايون تہ نہ هيون پر هتي دفن
ضرور ٿينديون

منهنجو ڪنڌ عقيدت وچان نوڙي ويو. مون کي پتو ئي نہ
هو تہ حليما جو ظاهري طور تي مڪمل نظر ايندڙ جسم ايترو
گهائل هوندو ڪاش منهنجي هٿن ۾ ڪو ترياق هجي ها، ڪو
پهتل پير فقير ملي وڃيم ها جيڪو ڪنهن طرح سندس جسم
جو اهو سوراخ بند ڪري ڇڏي ها. سندس پريشاني ۽ پيڙا جو
سوچي مون کي ائين لڳو تہ ڄڻ هن دنيا ۾ رهڻ جو کهڙو
فائدو جتي هيڏي وڏي ناانصافي هجي. هاڻ مون کي سمجهہ ۾
آيو تہ سندس ڊنڊ جهڙن نيڻن ۾ سمنڊ جهڙي اداسيءَ جي پالوٽ
ڇو هئي.

منهنجي رهڻ جو آخري هفتو اچي ويو ۽ اهو سوچي مايوسي پئي ٿي ته هاڻ هتان هليو ويندس. اتي منهنجو وقت انتهائي پلو گذريو هو. ڪم ڪندي، سکندي، ڪلندي، اداس گهڙين مون کي اهو احساس ڏياريو هو ته غريبن ۽ ذلت جي ماريل انسانن جي ڏيئرن جو به علاج ٿي سگهي ٿو. سندن چهرن تي به رونق اچي سگهي ٿي، سرهائي جا ديپ سندن نيڻن ۾ به جهرڪي سگهن ٿا. هيءُ سياستدان، فوجي، حاڪم، وڏيرا، سرمائيدار ۽ جاگيردار ته ڪجهه به نه ڪندا. هيءُ بيماري سندن بيماري ناهي. سندن زالن، ڌيئرن ۽ ڀينرن تي اهو عذاب ڪڏهن به نه ايندو هيءُ ته غريبن جي بيماري آهي. انهن غريب مائرن ۽ ڀينرن جي پيڙا آهي جن جي ووٽن جي طاقت سان حاڪم حڪمران ته بڻجن ٿا پر سندن دردن جو درمان نٿا ڪن.

حليما سان منهنجي دوستي وڌي وئي. ساڻس روزانو ملندو هئس هوءَ گهٽ ڳالهائو هئي پر جڏهن به ڳالهائيندي هئي سندس لهجي ۾ اداسي ڀريو وقار بکندو هو جو چاهيندي به ڪائنس پڇي نه سگهيس ته سندس گهرياتي ڪٿي آهن ۽ مڙس ته جڏي ڏنو هوندو پر ماءُ، پيءُ، ڀائر ۽ ڀينرون ساڻس گڏ آهن يا هنن به...؟ مون کي اهو به اندازو هو ته هوءَ مون تي اعتماد ٿي ڪري. انتهائي اورچائپ سان مون کي آپريشن ٿيٽر جي سمورين ڳالهين کان واقف ڪيو هئائين. منهنجو هٿ جهلي ٻڌايو هئائين ته آپريشن دوران گوشت، چم ۽ مختلف قسم جي تهن ۾ ڪهڙي قسم جي ڌاڳي جي ضرورت هوندي آهي. مون کي سگهو ئي اندازو ٿي ويو هو ته هو سڀئي مون کي ان ڪري پڙ

بڻائڻ ٿيون چاهين جو ڪين اندازو هو تہ اهي ڇوڪريون ڪيئن گهاري رهيون هونديون جن جي جسمن مان رات ڏينهن پيشاب نڪرندو ٿو رهي، جن مان هر وقت بدبو جا ڀپڪا ٿا اٿن.

ان شام بہ مون کي دير ٿي وئي هئي. وارڊ مان نڪري جيئن ئي اسپتال جي ٻاهر پهتس تہ حليما ساڳي جهوني وڻ هيٺان بيٺل نظر آئي.

مون کي ڏسي مرڪي تہ آءٌ بہ ٻهڪندو سندس ويجهو ويس. تنهن ڏينهن نہ ڄاڻ ڪيئن ڪائنس ٻنان هڪ جي پڇي وينس تہ هوءَ روزانو شام جو ان وڻ جي هيٺان ڇو اچي بيهندي آهي؟

منهنجو سوال اڃان ختم ئي نہ ٿيو هو جو سندس نيڻن مان موتين جون لڙيون وهڻ شروع ٿي ويون. ڪجھ بہ سمجھ ۾ نہ آيم اڃان ڪيس ڪجھ چئي بہ نہ سگهيو هئس جو هوءَ ڊوڙندي اسپتال ڏانهن هلي وئي.

ايندڙ ڏينهن اسپتال جو ڪم پورو ڪري ساٿس ملڻ آپريشن ٿيٽر هليو ويس. ڪائنس معافي گهرڻ ٿي چاهيم جو پنهنجي اڻڄاڻائي ۾ ڪيس رنجهائي ويٺو هئس. پنهنجو پاڻ کي پوئين شام جو ڏوهاري ٿي سمجهيم. مون کيس ايذائڻ نٿي چاهيو غلطيءَ وچان بہ مون کي ڪائنس اهو سوال نہ پڇڻ گهربو هو.

ہر منهنجي ڪجھ چوڻ آڳڻ کان اڳيئي هن اداس مرڪ سان مون کي پليڪار ڪئي. توکي ڪجھ چوڻ جي ضرورت ناهي، تنهنجو ڪو ڏوھ ناهي. اهو تہ منهنجو ڀاڳ آهي. جڏهن تو کي ڪا ڳالھ خبر ئي نہ هئي تہ پوءِ تون ڪري بہ ڇا ٿي سگهين.

سوال نہ ڪندين ٿي. اهو چئي هن ساهہ کنيو ۽ مون کي چتائي ڏسندي وري ڳالهائڻ شروع ڪيائين.

ڇهہ سال اڳ هتي آئي هئس. تڏهن منهنجي ڄمار ايڪويهہ سال هئي. سورهن سالن جي ڄمار ۾ منهنجي شادي ٿي هئي. آءٌ ڳوٺ جي سڀ کان سهڻي ڇوڪري هئس ۽ هو ڳوٺ جو سڀ کان وڌيڪ خوبصورت جوان مون کان پنج سال وڏو هو. ٻين غريب هاري نارين جي ٻارن جيان اسان جي بہ شادي ٿي هئي. شاديءَ جي شروعاتي ڏينهن ۾ ئي مون کي پتو لڳي ويو هو تہ هو منهنجو ديوانو هو. جيترو ديوانو هو هئو اوترو ئي هن لاءِ آءٌ پاڳل هئس. هن کان سواءِ هڪ پل، هڪ ڏينهن، هڪ شام يا هڪ رات نہ گذري ۽ شاديءَ جي ٽين مهيني آءٌ ڳورهاري ٿي پيس. تون اسان جي خوشيءَ جو اندازو لڳائي سگهين ٿو.

ڳوٺ جي انهيءَ ساڳي دائي منهنجي حمل جي تصديق ڪئي جنهن ڇهن سالن جي ڄمار ۾ منهنجو طهر ڪيو هو. مون کي ياد آهي تہ هن ڇيو هو تہ ٻار ڏکيائي سان ٿيندو. پوءِ اهو ڪجهہ ٿيو جيڪو روزانو مون جهڙين هزارين ڇوڪرين سان ٿئي ٿو. آءٌ ڇٽن ڏينهن تائين ٻار پنهنجي ڪک ۾ سانڍي تڙڦندي رهيس. پوءِ پنجين ڏينهن ڪنهن نہ ڪنهن ريت انهيءَ دائي منهنجو مئل ٻار ڇڏايو. ان کان پوءِ اڄ ڏينهن تائين آءٌ پنهنجو پيشاب روڪي نہ سگهي آهيان.

اڪثر سوچيندي هئس تہ جيڪڏهن مون کي ڪنهن گناهہ جي سزا ئي ملڻي هئي تہ پوءِ اها فسٽيولا جي صورت ۾ ئي ڇو ملي؟ رب سڳورو مون کي انڌو ڪري ڇڏي ها. انڌن کي ڪو

ڏکاري تہ نتو. ماڻهو سندن واهر ڪندا آهن، ڪين رستو پار ڪرائيندا آهن يا خيرات ڏيندا آهن پر فسٽيولا واري ڇوڪريءَ جي زندگي ڇا تي بڻجيو وڃي؟ مڙس گهران تڙيو ڇڏي. جسم مان ايندڙ بدبو واري عورت کي ڪير ٿو پيار لائق سمجهي پر منهنجو مڙس آخر تائين مون سان نڀائيندو رهيو. هو اهڙو ئي هو، بالڪل پاڳل، منهنجو ديوانو، منهنجو مڙس، منهنجو دوست.

منهنجي ان بيماريءَ تہ جڻ ڪيس پاڳل ڪري ڇڏيو هو. پوءِ نہ ڄاڻ ڪنهن ڪيس هن فسٽيولا اسپتال جو ڏس ڏنو ۽ اسين بئي پنهنجي مائٽن کان ڪجهہ پئسا ڏوڪڙ وٺي عديس ابابا لاءِ نڪري پياسين.

اهو چئي هوءَ چپ ٿي. آءٌ بت بڻيو سندس من موهيندڙ چهري کي تڪيندو رهيس. سندس ڳالهائڻ بہ سندس شخصيت جو وڻندڙ حصو هو. عمر جي ديوانگيءَ جو سبب مون کي سمجهہ ۾ آيو ٿي. ڪا بہ ڇوڪري هجي ها تہ هو ڪيس ڇڏي ٻي شادي ڪري چڪو هجي ها. حليما ٻيهر ڳالهائڻ شروع ڪيو.

هن ٻي شادي نہ ڪئي. ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر، ملڪ ملڪ اسين ٻئي رستا لتاڙيندا رهياسين. راهہ هلندي ڪٿي ڪو ڪم ڪار ڪري بہ ڏوڪڙ ڪمائي وري اڳتي ٿي وڌياسين.وڻن جي ڇانوري ۾ ٿنل ٿڪل بس اسٽاپن تي ۽ وڏن شهرن جي فٽ پاٿن تي هو منهنجو هٿ جهلي ڳراٽي پائي ڇوڻ تي لڳو تہ حليما! حليما! تون ٺيڪ ٿي ويندين. تو ڇاڪ چڱي ڀلي ٿي ويندين. ڪو ٽي سال لڳي ويا اسان کي هن اسپتال تائين پهچندي هتي

مون جهڙيون ئي ڇوڪريون اينديون آهن. افريڪا جي ڏورانهن شهرن ۽ ڳوٺن کان. ڪلاڪن جو سفر مهينن ۽ سالن ۾ ڪري هتي پهچڻ ٿيون

پوءِ ڊاڪٽر هيملٽن منهنجا ست آپريشن ڪيا، هڪ کان پوءِ ٻيو ۽ هر آپريشن کان اڳ اسين ٻئي دعائون گهري سوچيندا هئاسين ته هاڻ اهو پيشاب بند ٿيڻ گهرجي ۽ آءُ واپس پنهنجي مائٽن وٽ موٽي وڃان اسان جو گهر هجي، آءُ هجان، عمر هجي، اسان جا ٻار هجن، اسين پنهنجي ٻني ٻاڙي ۾ ڪم ڪريون ۽ پنهنجي ٻارن ٻچن سان ڪيڏندي عُمر گذاريون

ڏيڍ سال کان پوءِ ڊاڪٽر هيملٽن ٻڌائي ڇڏيو ته منهنجو علاج نٿو ٿي سگهي. اهو سوراخ بند نه ٿيندو. زندگي ايئن ئي گذارڻي پوندي روئڻ لاءِ مون وٽ ڳوڙها به نه هئا. سفر ۽ هن اسپتال مون کي گهڻو ڪجهه سيکاريو ۽ سمجهايو هو. تمام گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ عمر کي چيم ته هاڻ آءُ هن لاءِ ڪنهن ڪم جي ناهيان. منهنجو علاج نٿو ٿي سگهي. منهنجو پيشاب وهندو ئي رهندو. آءُ ڪڏهن به ماءُ نٿي بڻجي سگهان. پنهنجي من کي ڇڻ پنهنجي مٺ ۾ پڪوڙي چيومانس ته هو واپس نائيجيريا هليو وڃي ۽ ڳوٺ جي ڪنهن ڇوڪريءَ سان پرڻجي زندگي گذاري. سندس ٻار ٿين ۽ هو پيءُ بڻجي. آءُ جيڪڏهن بيڪار ٿي وئي آهيان ته ان جي سزا ڪيس ڇو ملي. سندس پنهنجي زندگي آهي سا ڇو ٿو خراب ڪري ڪنهن اهڙي عورت لاءِ جنهن جو پيشاب هر وقت ٽمندو ٿو رهي. هاڻ آءُ هن اسپتال ۾ ئي رهندس، ڪنهن ٻي هنڌ نه منهنجو ڪم آهي ۽ نه

ئي حيثيت. نہ چاڻ ڪهڙي ريت پنهنجا ڳوڙها روڪي اهو سيڪجهہ ڪيس چئي سگهي هئس. اهو ڏينهن اڄ بہ منهنجي من جي گهاوَن جيان تازو آهي.

عمر ڪجهہ بہ نہ چيو. اسپتال جي ٻاهران پٿرن جي ان چبوتري تي ان جهوني وڻ جي ٽارين هيٺان شام جي ٻڏندڙ روشنيءَ ۾ مون کي تڪيندو رهيو، روئندو رهيو، تڪيندو رهيو مون چاهيو ٿي تہ هو رڙيون ڪري، ڪجهہ ڳالهائي، مون سان ڪاوڙجي، ميڙجي، ڪا گار ڏئي پر هن ڪجهہ بہ نہ ڪيو. جڏهن اونداهي ڇانئجي وئي تہ آءٌ خاموشيءَ سان ڪنڌ لاڙي اسپتال ۾ پنهنجي بستري تي موٽي آيس.

ٻئي ڏينهن مون ئي ڪيس ڏٺو هو. صبح سوير عادت موجب پوئين شام کي وساريندي اسپتال کان ٻاهر آيس تہ عمر بيٺو هوندو. بسڪوٽ، ڪا ڊبل روٽي، بن ڪنيو. جڏهن ڪان هن اسپتال ۾ داخل ٿي هئس سندس اهو ئي معمول هو. پر هو ٻاهر نظر نہ آيو. ٻاهر ڪو بہ نہ هو. گذريل پنجن ڇهن سالن ۾ آءٌ پهريون ڀيرو عمر کان سواءِ هئس. هو واپس ڳوٺ هليو ويو هوندو، مون اهوئي سوچيو هو پر جيئن ئي روشني وڌي تہ هو نظر آيو، ان وڻ جي هيٺان. هن رات جي ڪنهن پهر ۾ ان وڻ سان ڦاهو لٽڪائي آپگهات ڪري ڇڏيو هو.

سندس نيڻ اجهاٽيل هئا. مون کي هاڻ سمجهہ ۾ آيو تہ هوءَ روز شام جو ان جهوني وڻ هيٺان مخصوص ڪپڙن ۾ ڇو بيٺل هوندي آهي.

آءٌ پنهنجا ڳوڙها روڪي نہ سگهيس. مون کي پهريون ڀيرو

آڪاش تي وينل جي ناانصافيءَ تي ڪاوڙ آئي. هيءَ دنيا، هيءَ ترقي، هيءُ آسمان کي ڇهندڙ عمارتون، چنڊ کي زير ڪندڙ انسان، مريخ، جيوپيٽر ۽ شمسي نظام کان اڳتي ويندڙ اسان جا اوزار، سمنڊ جي پاتال ۾ غوطا هڻي هزارين لکين سال اڳ غرق ٿيل سيپيتائن ۽ نسلن جو علم. سيکجهه ته هو اسان وٽ ۽ جيڪڏهن ڪجهه نه هو ته فقط ڪو اهڙو طريقو نه هو جنهن سان حليما جو پيشاب بند ٿي سگهي جو عمر نه مري ها، آپگهات نه ڪري ها. ان وڻ جي ڇانوري هيٺان ويهي حليما جي نيڻن ۾ تري بڏي ها نه ڪي وڻ جي ڏار ۾ ڦاهو وجهي پنهنجو پاڻ ماري ها. مون کي ايئن لڳو ته ڄڻ سڄي ڌرتيءَ جو بار حليما جي ڪلهن تي آهي.

ينل اکين سان سندس ڇهري ڏانهن نهاريم. هن ڄڻ سرہاڻن ۾ ڇيو، آءُ ڇا ڪريان ها؟ هو ته جوان هو، سهڻو هو، هن جي ته زندگي هئي، شادي ڪري ها، ٻار ٿينس ها. نائيجيريا جي انهيءَ ڳوٺ ۾ پنهنجي مٽن مائٽن سان گڏ رهي ها مون کي ڪهڙي خبر هئي ته هو سدائين هتيئي رهندو، مون سان گڏ. روز شام جو هن وٽ ئي ايندي آهيان

# فسٽيولا

سنڌي ڇوڪريون ڪڏهن بہ منهنجو ڌيان ڇڪرائي نہ سگهيون آهن. مون کي هو سهڻيون لڳنديون ئي نہ هيون سچ تہ اهو آهي تہ ڪيتري عرصي تائين آءٌ سمجهندو رهيس تہ منجهن ضرور ڪا خرابي آهي. منجهن ڪو جسماني نقص آهي يا وري هو اڻپوريون آهن. مون ڪڏهن بہ کين مڪمل يا سهڻو نہ سمجهيو شايد ان جو سبب اهو هجي تہ سنڌ جي سمورن وڏن نندن سياستدانن، پيرن، وڏيرن ايستائين جوقومپرستن بہ ڪانہ ڪا غير سنڌياڻي ضرور ساهيڙي ڪئي آهي. ايستائين جو منهنجي پڙهيل ڳڙهيل سنڌي دوستن مان بہ گهڻن جون زالون سنڌياڻيون ناهن.

پر جڏهن موران کي ڏٺم تہ دنگ رهجي ويس. هوءَ هئي بہ اهڙي، ايتري سهڻي عورت! لفظ سهڻي سندس سندرتا جي مڪمل تشبيهہ نٿو ٿي سگهي. منهنجي نظرن آڏو ڪلاڊ يا شيفرڊ، نومي ڪيمبل، جيري هل، ياسمين غوري ۽ ماڏوري ڊڪشت هڪ ٻئي پويان لنگهي ويون پر اجرڪ ۾ ويڙهيل اها ڊگهي ڇوڪري سڀني کان مختلف هئي، تمام گهڻي مختلف. آءٌ پنڊ پهڻ ٿي ڪيس ڏسندو رهيس.

ڊگهي قد ۽ گهاٽن وارن سان گڏ ڇهري ۾ هڪ عجيب قسم جو جادو هئس. ڪڻڪائي رنگ ۽ گهرن ڪارن نيڻن واري ان

ڇوڪريءَ ۾ هڪ عجيب ڪشش هئي. هوءَ ٺٽي کان آئي هئي.

ٺٽي شهر کان سورهن ميل پري سندن ڳوٺ هو. جتي جنم جنم کان سندس ڪٽنب ٺانيڪو هو1947 ع ۾ جڏهن پاڪستان ٺهيو هو تہ سندس ماءُ اتي ئي ڄائي هئي. سندس ماءُ کيس انيڪ پيرا ٻڌايو هو تہ جڏهن هوءَ ڄائي تہ موران جي نانيءَ پساھ ڏنا هئا. کيس ويھ دوران اينترو رت وهيو هو جو ڳوٺ جي دائيءَ کي اها ڳالھ ورهين تائين ياد هئي. سندس ماءُ ٺيڄ لاءِ دانهيندي رهي ۽ ناني آهستي آهستي رت ڳاڙيندي وڃي ڌرتيءَ در پرتي. سندس ماءُ انهيءَ اڻ ڏٺل مٺل مائي کي وساري نہ سگهي هئي. پوءِ سندس بہ وهانءُ ٿي ويو ۽ 1965 ع واري جنگ کان ترت پوءِ موران ڄائي. سندس پيءُ پنهنجي زال کي ٺٽي جي اسپتال وٺي ويو، جتي کيس هر هر دورا ٿي پيا. هوءَ پنج ڏينهن بيهوش بہ رهي ۽ ان دوران الائي ڪيترا پيرا مئي هئي.

ڳوٺ اچڻ کان پوءِ پيءُ ٻڌايو هئس تہ ڪيترن ڏينهن تائين هوءَ ناچاڪ هئي، پوءِ آهستي آهستي وقت گذرڻ سان گڏ ٺيڪ ٿي وئي. موران کان سواءِ سندن کو ٻيو ٻار نہ بچيو هو. ڊاڪٽرن ٻڌايو هو تہ موران جي ڄمڻ کان پوءِ سندس ٻچيدانيءَ ۾ ڪا خرابي ٿي پئي هئي. سندس پيءُ بہ ٻي شادي ڪري ورتي.

موران جي شادي بخش علي سان ٿي. هو بہ موران وانگر سهڻو جوان هو، ڳوٺ جي شفاف ماحول ۾ ٻني ٻاري جو ڪم ڪار ڪري سندس هڏ ڪاٺ سگهارو هو. ديوانن جيان چاهيندو هو موران کي ۽ چاهي بہ ڪيئن نہ، هوءَ هئي بہ تہ اهڙيچاهڻ تہ

ڇا پوڇڻ لائق. کيس ماٺي هو مست ٿي ويو، ڇڻ زندگيءَ کي
ڪو ڏڳ ملي ويو هجيس. هوءَ بہ بخش علي جهڙو ڪاٺ ملڻ تي
خوشين سان ٽمٽار هئي. هنن ٻنهي کي سرهو ڏسي موران جي
ماءُ بہ ورهين کان پوءِ ٽڙي پئي هئي. زندگي سندرتا سان پريل
هئي، ڳوٺاڻي جيوت جي سمورين پيڙائن، مجبورين،
نامحرومين هوندي بہ باک جيئڻ جو نئون حوصلو ڏيندي ڦٽندي
هئي ۽ سانجهي ان اميد سان لهندي هئي تہ سڀاڻي نئين سر سج
چمڪندو آهي، ڏينهن ٿيندو آهي.

جيئن ئي موران ڳورهاري ٿي، ان ننڍڙي ڪٽنب ۾ ايئن
جولان آيو، ڇڻ هزارين سالن جي اسئيڙي ڪان پوءِ ڪنهن ڳوٺ
۾ بجلي اچڻ تي ٿيندو آهي. بخش علي ۽ موران گڏجي
ڪيترائي سپنا ڏٺا هئا. آئيندي کي ڏور تائين ڏٺو هُئائون، ڪڪ
۾ پلجندڙ انهيءَ ننڍڙي جيو بابت نہ ڄاڻ ڇا ڇا سوچيو هئائون.
زندگي سهڻي هئي، سندر هئي، باک ڦٽي جي ماڪ جيان اڇي
اُجري ڪرموڙي اٽندڙ سمورين ڪامنائن سان اٽڪڪ، اجهاڳ...

موران جي ماءُ کيس ننڍي جي اسپتال وٺي وڃڻ تي چاهيو،
کيس پنهنجي ماءُ جي مرتئي جي پيڙا ياد هئي، جنهن بابت
کيس ٻڌايو ويو هو تہ ڪيئن رت وهائيندي کيس روئندي ڇڏي
وئي هئي. کيس موران جو ڄمڻ ياد هو. هن ننڍي چاهيو تہ موران
سان بہ ايئن ئي ٿئي. سندس

زندگيءَ ۾ موران کان سواءِ ٻيو هو ئي ڇا. مڙس جي ٻي
شادي ڪرڻ کان پوءِ هوءِ سندس مهابي ئي تہ جيون گهاريندي
آئي هئي.

پر دائي خديجا جو خيال هو تہ موران جو سڀ ڪجھ ٺيڪ ٿي ويندو ۽ موران جو ساهراڻو ڪٽنب تہ جڻ خديجا جو مريد هو. ڪين پڪ هئي تہ موران شهر وئي تہ سندس آپريشن ڪيو ويندو. موران بہ آپريشن نٿي ڪرائڻ چاهيو. ڪيتريون ئي مايون نٿي جي اسپتال ۾ آپريشن هلندي يا ان ڪان پوءِ گذاري ويون هيون. سرهائي پري ان گهر ۾ بار ڄمڻ جا ڏينهن ويجها ايندي، ڪنهن اڻڄاتل ڊپ جا پاڇولا بہ الائي ڇو ڇائنجڻ ٿي لڳا.

پوءِ ٿيو اهو جو موران جي ماءُ جي ڪوشش جي باوجود جڏهن موران کي سور پوڻ شروع ٿيا تہ دائي خديجہ جي ڳالهہ ئي مڃي وئي. ٻن ڏينهن تائين هوءَ سورن وگهي دانهيندي رهي ۽ دائي اهو ئي چوندي رهي تہ بس هاڻ ٻار ٿيڻ وارو آهي، بس اڄهو سو آيو. پر ٻار نہ ڄائو. هوءَ ڦٿڪندي رهي، سڏڪندي رهي ۽ سندس ماءُ گهر جي ٻاهران سڏڪندي بخش علي سان جهيڙيندي رهي.

جڏهن پاڪستان ٺهيو تہ سندس ماءُ مري وئي1965 .ع واري جنگ کان پوءِ موران ڄائس تہ هوءَ پاڻ مرندي مرندي بچي هئي. سندس ڏيءُ بہ نہ بچندي. کيس پنهنجي پيڙا تہ ياد بہ نہ هئي. کيس ايئن لڳو هو جڻ زندگي ڏکن جي اڻکٽ دانهن آهي. جڏهن سهني کي پڪ ٿي وئي تہ موران مري ويندي تہ کيس موهن جي دڙي واري دور جي ڍڳي گاڏي تي وجهي آهستي آهستي لوڏا کائيندي ڇهن ڪلاڪن ۾ هو نٿي جي سول اسپتال پهتا. ٻنپهرن جو ٻارهين وڳي پٿرن جي اها عمارت ڏور کان ڏسندي ئي منجهن اميد نئين سر ڪر ڪڍڻ لڳي. ڪو آسرو ٿيڻ لڳو، جڻ

اميدن جا انيڪ ڏيئا ٻري پيا هئا. اسپتال پهچي بخش علي ۽
موران جي ماءُ ڪيس پنهنجي هنج ۾ کڻي وارڊ ۾ پهچايو. اتي
ڪو ڊاڪٽر نہ هو. ان گند پريل ڪمري ۾ ٽٽل ڀڃل چئن بستري
جيان ميزن تي عورتون ويڙهيل سيڙهيل پيون هيون

ٻئي ڪمري ۾ فرش تي ليٽيل عورتون نہ ڄاڻ ڪنهن جو
انتظار ڪري رهيون هيون. ڊاڪٽرياڻي صبح جو آئي هئي ۽
ٻارهين وڳي ايمبولينس ۾ ويهي هلي وئي هئي. موران کي
ڇڪاسيندڙ پوڙهي نرس موران جي ماءُ کي سمجهايو تہ کين
ڪراچي وڃڻ گهرجي. ٻاڪاڻ جو مائي جو آپريشن ٿيندو.
آپريشن ڪندڙ ڊاڪٽرياڻي اچي بہ وئي تہ بيهوشيءَ وارو ڊاڪٽر
ناهي ۽ گذريل هڪ هفتي کان آڪسيجن بہ ختم ٿيل آهي. ان
اسپتال ۾ هو بہ ڇا، انگريزن جي ٺهرايل پٿر جي عمارت...
جيڪڏهن سرڪاري عملدارن جو وس پڄي ها تہ هو ان جا پٿر بہ
کڻي پنهنجي گهرن ۾ هڻن ها يا وڪڻي ڇڏين ها. اها اسپتال
ٿورڙي هئي، بس ڪجھ ماڻهن جي گذر سفر جو ذريعو هئي.
هزارين سال پراڻي ٿٽي شهر ۾ هزارين سالن کان ڌرتيءَ تي
وسندڙن سان جيڪي ڪجھ ٿيندو پئي آيو سو اڄ بہ جاري هو.
علائقي جي ميمبرن ۽ عملدارن جا اهي مسئلا آهن ئي ڪونہ،
جيڪي موران ۽ سندس ماءُ جا هئا.

موران جي ماءُ کي ايئن ٿي لڳو تہ ڄڻ باقي زندگي موران
کان سواءِ گذارڻي پوندي سندس دل کي جهڄي اچي وئي، پيڙا
جي ٻڙلاءُ ۾ ونجي وئي. وسيع نيري آڪاش ڏانهن ڏسندي
سندس نيڻ وسڻ لڳا. آزيون نيازيون ڪندي دعائون پنڻ لڳي.

قلندر جو واسطو وڌائين، ٿٽي جي مزارن جو قسم ڏنائين. انهن پيرن ۽ شاهن کي ساريائين جن جي قدمن تي ڳوٺ واسي مٿو ٽيڪيندا رهيا هئا، جن جي چوڻ تي ووٽ ڏيندا هئا ۽ جن جي اک ڇنڀ تي سرگهوريندا هئا. آسمان کان زمين تائين، سيوهڻ کان ٺٽي جي درگاهن تائين سانت هئي، بيوسي هئي ۽ زندگي هڪ اهڙو سفر هئي جيڪا ختم ٿيڻ کان اڳ گهاون پويان گهاو ڏئي رهي هئي.

منگي ٽرانسپورٽ جي بس وسيلي تڙڦندڙ موران پنهنجو سفر شروع ڪيو. گجو، گهارو، ڌابيجي، پپري، اسٽيل مل، لانڍي، ملير، ڊالميا، سبزي منڊي، تين هٽي، لسٻيلو ۽ گارڊن کان ٿيندي پيهه ۾ ڦاسندي، لوڏا کائيندي موران جيان ئي تڙڦندي بس لي مارڪيٽ پهتي. اتان مئل موران ٽيڪسيءَ ۾ سول اسپتال پهتي.

ڊاڪٽرن ڏنو ۽ ڪيس آپريسن ٿيٽر وٺي ويا. بخش علي رت ڏنو، هيٺان ميڊيڪل اسٽور کان ڊوڙي ڊوڙي دوائون وٺي آيو، بيهوشيءَ جي دوا، اينٽي بايو ٽڪ، پيشاب جي نلڪي، پيشاب جي ٿيلهي ڏوڪڙ آهستي آهستي ختم ٿيڻ لڳا. بخش علي جو چهرو لهندو ويو ۽ موران جي ماءُ جي نيڻن مان ڳوڙها سڪڻ لڳا. زندگي رڃ جيان خشڪ به هئي ته ويران به.

مئل ڏيءَ جائي هئي. موران جي ماءُ سوچيو ته چڱو ٿيو جو مري وئي. ڏيءَ لاءِ سنڌ ۾ رکيو ئي ڇا هو. ڪيس ته رڳو موران جو فڪر هو. آپريشن ٿيٽر مان نڪتي ته ڄڻ مئل هجي. سندس وات، هٿن، پيٽ ۽ نه ڄاڻ ڪيتي ٽيوب لڳل هئا. رت وهيو

پئي رت چڙهيو پئي. دير تائين سندس سکل نڙيءَ ۾ جڻ ساهه
به اٽڪيو رهيو.

ٻن ڏينهن کان پوءِ موران کي هوش آيو. بخار وگهي تپيل
چهرو ۽ جسم، هن آهستي آهستي اکيون کوليون. سندس ماءُ
کي ائين لڳو ته جڻ هن پاڻ اکيون کوليون هجن. جڻ دنيا ٻيهر
پاڻ مرادو وجود ۾ اچي وئي هجي. ڪائنات نرت ۾ هئي ۽ سنڌ
جا رڻ وسڪارري سان جل ٿل ٿي ويا هجن.

موران کي ڏهه ڏينهن اسپتال ۾ رهڻو پيو. ڏهين ڏينهن
جڏهن ڊاڪٽرن پيشاب جي نالي هٽائي ته پيشاب وهڻ لڳو. هوءَ
پيشاب روڪي نه پئي سگهي. هو ليٽيل هجي يا بيٺل هجي يا
هلندي هجي، پيشاب آهستي آهستي وهندو ٿي ويس.

ڊاڪٽرن چڪاسيو ۽ چيائون ته موران کي ڏهن هفتن کان
پوءِ ٻيهر آڻڻو پوندو. ان وقت سندس آپريشن ڪيو ويندو،
جنهن سان پيشاب رڪجي ويندو

جنهن ڏينهن مون ڪيس پهريون ڀيرو ڏٺو ته هوءَ ڊاڪٽر جي
هدايت موجب پهرين آپريشن جي ڏهن ڏينهن کان پوءِ منهنجي
ڪلينڪ آئي هئي. سندس ماءُ ۽ بخش علي گڏ هئس. سندس
ٽانئيل چهرو، ڏکهن ڇپرن سان وڏا ڪارا نيڻ، سندس ڏکهي ڳچي
۽ ڳهاٽن وارن سان ڀريل سڏو ۽ ويڻل مٿو. هوءَ پنهنجي سموري
سونهن وسيلي سنڌياڻين بابت منهنجي ذهن ۾ واسو ڪيل
خيال کي ڪڏي چڪي هئي. ڪيس فسٽيولا ٿي پيو هو. سندس
مرض کي ٻڌايم ته ڪيس پيشاب جي ٿيلهي ۽ ٻچيدانيءَ وچ ۾
سوراخ ٿي پيو آهي. اهڙا ڪيترائي مريض ڏٺا هئم. جڏهن ٻار

ڄمڻ ۾ دير ڪندو آهي ۽ ان جو مٿو ڪنهن سبب ڦاسي پوندو آهي ته مٿي جي دٻاءُ سان پيشاب جي ٿيلهي ۽ ٻچيداني ۽ جي لنگهه جي وچ ۾ سوراخ ٿي پوندو آهي. پوءِ پيشاب بيهندو ناهي، جيترو به پيشاب ايندو آهي، سو ان سوراخ مان ٽمندو رهندو آهي. موران جو فسٽيولا تمام گهٽو وڏو هو.

ڪيس اسپتال ۾ داخل ڪيم.سندس پهريون آپريشن ناڪام ٿي ويو هو. هوءَ ڏهه ڏينهن اسپتال ۾ رهي واپس ٺٽي هلي وئي. سوراخ ايترو وڏو هو جو سمورين ڪوشش جي باجود مڪمل طور تي بند نه ٿي سگهيو. ڪيس ٻيهر ڇهن هفتن ڪان پوءِ گهرايم.

ڇهن هفتن ڪان پوءِ موران پنهنجي ماءُ سان گڏ ٻيهر آئي. ساڳيو اداس پر اميد لڳايل چهرو موران جي ماءُ ٻڌايو ته، بخش علي موران کي ڇڏي ڏنو آهي. ڳوٺ ۾ ڪوبه ساٿس نٿو ملي، هن مان هر وقت بو ٿي اچي. هوءَ منهنجي پيرن تي ڪري پئي ۽ منٿ ميڙ ڪندي چوڻ لڳي. ڊاڪٽرصاحب! منهنجي ڌيءَ چاڪ ڪري ڏي، منهنجو ته ٻيو اوهي واهي به ناهي. سندس ٻڌل ٻانهن کي پنهنجي هٿن ۾ جهليندي ٿنل ڦٿل سنڌيءَ ۾ چيم. ڪوشش ڪندس، ضرور ڪوشش ڪندس

پنهنجا ڪنبندڙ هٿ انتهائي پاٻوهه مان منهنجي مٿي تي رکيائين ائين لڳم ته ڄڻ اهي موران جي ماءُ جا نه پر منهنجي پنهنجي ماءُ جا هٿ هجن. پيار سان ٽمٽار، جذبن سان اوتيل پر آءُ ڪجهه به نه ڪري سگهيس، خواهشن جي باوجود. چار ڪلاڪ مٿو کپائڻ جي باجود ٻيو آپريشن به ناڪام ٿيو. آءُ موران جي

سگھيس.

ماءُ سان نظرون ملائي نہ سگھيس.

ان کان پوءِ هوءِ تمام گھڻن ڏينھن کان پوءِ آئي سندس ماءُ

بہ ساڻس گڏ هئي. کيس وارڊ ۾ داخل ڪرائي ٻن ڏينھن کان پوءِ

هوءِ موٽي وئي. مون موران جو هڪ ٻيو آپريشن ڪرڻ جو

فيصلو ڪيو. هڪ سرجن دوست سان گڏجي پيشاب جي هڪ

نئين ٿيلهي ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي هئم. ٻهريان پنج ڏينھن تہ

پيشاب اچڻ بند ٿي ويو اسين سڀ خوش هئاسين، تمام گھڻا

پراميد پر ڇهن ڏينھن پيھر پيشاب چالو ٿي ويو هوءِ تمام

گھڻي پريشان هئي، بلڪل چرين وانگر، ڪڏهن ٺهڪ ٿي

ڏنائين تہ ڪيڏي مھل رني ٿي . نہ ڪو سوال نہ ڪو

جواب.ڪيڏي مھل ڪجھ ڪاڏائين ٿي تہ ڪيڏي مھل لنگهڻ.

کيس چتائي پيو ڏسندو هئس ۽ سندس ماءُ جو پنڊ پھڻ ٿيل

چھرو اکين سامھون اچي ويندو هئم . ڪاش! ڪجھ ڪري

سگھان ها! ڪاش....

انگلستان ۾ ورهين تائين ڪم ڪندو رهيو هئس، نہ ڄاڻ ڇا

ڇا سکندو رهيس. ڪينسر جو علاج، سنڊيپٽي جو علاج، ٽيسٽ

ٽيوب بيبي. اتي .مون هزارين عورتون ڏٺيون، پر ڪنهن کي بہ

فسٽيولا نہ هو ڪراچي موٽي آيس تہ هر ڪجھ ڏينھن کان پوءِ

ڪا نہ ڪا عورت فسٽيولا سان ايندي هئي. پوءِ آهستي آهستي

فسٽيولا ٺيڪ ڪرڻ ۾ لڳي ويس ۽ ٻاقي شيون وسرنديون

ويون، پر موران جو فسٽيولا ايترو وڏو هو جو سمورين

ڪوششن جي باوجود آءٌ هارائي ويس.

نورڻ ڏينھن کان پوءِ اسان کيس دماغي مرضن جي وارڊ

اماڻيو.مون کي پتو پيو تہ دوائن جو مٽس کو اثر نہ ٿيو هو. جنهن کان پوءِ کيس بجليءَ جا جهٽڪا ڏنا ويا. هوءَ ڳالهائڻ لڳي هئي، سندس ماءُ بہ ساڻس گڏ هئي، پر موران پنهنجي ماءُ سان ڳالهائيندي گهٽ ۽ جهيڙيندي وڌيڪ هئي. ڳوٺ موران کي رد ڪري ڇڏيو هو. موران جو پيءُ، مڙس، ساهرا سيئي سمجهندا هئا تہ مٽس ڪنهن ڀوت جو واسو آهي. ڳوٺ جي ملان بہ اهو ئي چيو تہ، جنهن ڇوڪريءَ جو پيشاب وهندو رهي، سا ناپاڪ ٿيندي آهي ۽ ناپاڪن جو تعلق رڳو شيطان سان ئي ٿي سگهي ٿو.

موران کي پنهنجي مڙس جو ڏک هو، جنهن پريت جا سمورا واعدا وساري ڇڏيا هئا ۽ ڪيل قول نہ پاريا هئا. پيشاب وهڻ ۾ سندس تہ ڪو ڏوهہ نہ هو. اهو تہ ڇمنڊڙ ٻار جي ڪري ٿيو هو، جيڪو سندس مڙس جو ئي هو. سندن پيار جو يادگار، سندن سرهاڻن ۽ اڪيلائپ ۾ گهاريل گهڙين جي سوکڙي. کيس پنهنجي اڌوري جسم کان آهستي آهستي نفرت ٿيڻ لڳي هئي. هوءَ سيني کي رد نہ پئي ڪري سگهي. هوءَ تہ رڳو پنهنجي ماءُ کي ئي رد ڪري پئي سگهي. نہ ڄاڻ ڇو کيس پنهنجي ماءُ سان نفرت ٿي پئي هئي.

هڪ ڏينهن آءُ سندس ماءُ سان گڏجي کيس دماغي مرضن واري وارڊ ۾ ڏسڻ ويس. هوءَ وارڊ جي چوڪيدارن سان گڏ ويٺي هئي. عجيب قسم جو هڪ ٻيو همراهہ بہ اتي ويٺو هو. انهن ماڻهن مان هڪ، جن کي سول اسپتال ۾ ڏسي منهنجا وار ڪانڊارجي ويندا هئا. اهي ماڻهو ڇٽني پاسي گهمندا رهندا آهن.

ڪڏهن دوائن جي بهاني، ڪڏهن رت جي بهاني، ته ڪڏهن ڪنهن ٻئي شيءِ جي بهاني. هو مريضن جي ڏيئرن، زالن، ڀينرن ۽ ايستائين جو مريضن سان به اهو ڪجهه ڪندا هئا، جيڪو رڳو ڪهاڻين ۾ پڙهبو هو. نه ڄاڻ ڪيترين معصومن کي لوئيو آهي هنن. اسان ٻنهي کي ڏسي هو تڪڙيون وکون کڻي هليا ويا. موران سدائين جيان سهڻي پئي لڳي. هن پشيماني ڀريل مرڪ سان مون ڏانهن نهاريو ۽ پنهنجي ماءُ تي هرويرو ڪاوڙجڻ لڳي. ٿوري دير کان پوءِ آءٌ موٽي آيس.

ٻن ڏينهن کان پوءِ صبح ساڻ اڃا پنهنجي ڪمري ۾ پهتو ئي مس هئس، جو موران جي ماءُ روئيندي آئي: ڊاڪٽر! هوءَ هلي وئي. الائي ڪيڏانهن وئي؟ ڪالهه منجهند کان موران وارڊ مان گم هئي. منهنجي ڪمري جي بينچ تي ويٺل اها ٻي واهرو پوڙهي ويڻ ڪيي رهي هئي: هوءَ مري ڇو نه وئي. مون کي ڇڏي ڪيڏانهن وئي، موران موران....

آءٌ سوچيندو رهيس، نتي جي اسپتال، ٻار ڄڻيندڙ مائي ۽ سنڌ جا وڏيرا، جاگيردار، پير، فقير، پاڪستان جا سرمائيدار، چوڌري، مولوي، امير ۽ شاهوڪار جيڪي پنهنجي ٻارن جا ٽانسلز ڪيرائڻ لاءِ به امريڪا ويندا آهن، جيڪي پنهنجي ٻارن جي آپريشن لاءِ لنڊن ويندا آهن، لکين ڊالر ۽ لکين پائونڊ ۽ نتي جي اسپتال، جتي نه ڊاڪٽر آهي، نه نرس، آڪسيجن آهي نه پاڻي... موران آهي، موران جي ماءُ آهي، پيڙا ڀري حياتي آهي ۽ فس ٽيولا آهي.

ٻن ڏينهن تائين سندس ماءُ چرين جيان ڦرندي رهي. ٻارن

جيان روئندي رهي ۽ ڪوشش جي باوجود موران جي ڪو پتو نہ لڳو. پوءِ هوءِ واپس ٽئي هلي وئي.

ڪيترن ئي مهينن ڪان پوءِ ڪلفٽن ۾ آغا سپر مارڪيٽ آڏو پنهنجي گاڏيءَ کي ٽيڪ ڏئي پنهنجي دوست امجد جو انتظار ڪري رهيو هئس، جو منهنجي آڏو هڪ وڏي شاهي گاڏي اچي بيٺي. ان مان هڪ ميرو ۽ بدصورت عرب ٺهڪ ڏيندي لٿو ۽ آغا سپر مارڪيٽ ڏانهن ويو. دروازو کلندي ئي تيز خوشبو جو ڀڀڪو محسوس ڪيم. اندر موران ويٺل هئي. مون کي ڏسي گاڏيءَ مان لهي آئي. ساڳي سهڻي ڇوڪري، ساڳي رنگ روپ واري، ساڳيو چهرو، سونهن جي مڪمل مورت، ڪلاڊيا شيفرڊ جهڙو انداز، ياسمين غوريءَ جهڙا ڪارا ۽ گهرا نيڻ، نومي ڪيمبل جيان ٽڙندڙ ڏکهو قد، جيري هل جهڙي ڏکهي ڳچي ۽ ماڊوري ڊڪشت جهڙا جائيتا قدم جڻ پارت ٽائيم جو نرت هجي.

هوءِ هلڪو مرڪي ۽ منهنجي پرسان اچي عجيب انداز ۾ چوڻ لڳي: امان ڳوٺ هلي وئي، مون وٽ ڪجهه بہ نہ هو هن لاءِ، رڳو پيشاب ئي پيشاب هو. ان پيشاب کي لڪائڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي خوشبو ۾ اوتي ڇڏيو اٿم. هن پنهنجي گهرن ڇهرن وارا نيڻ کلندي سرهاڻن ۾ ڇيو. آهُ وئشيا بڻجي وئي آهيان. ان کان اڳ جو آءُ ڪجهه چوان، ساڳيو ڪوجهو عرب موٽي آيو ۽ هوءِ ساڻس گاڏيءَ ۾ ويهي رواني ٿي وئي.

مون اکيون پوري ڇڏيون. ايئن لڳم تہ جڻ مٽي تمام گهڻو مٽي هڪ وڏو شاهي فسٽيولا آهي، جتان موران جو پيشاب

رهندو پيو اچي، منهنجي سامهون سنڌ جا، پنجاب جا، پاڪستان جا چانڊيا، ٻگهيا، پنا، ٽالپر، جوڻيجا، شاهه، پير، لغاري، مزاري، سومرا، چوڌري، پنهنجي وڏين پڳن سان بيٺا آهن، جن کي پسائيندو، اهو پيشاب سندن پيشاني ۽ چهرن تان ڳڙندو، ٽپ ٽپ ڪندو سنڌ جي ڌرتيءَ ۾ جذب ٿي رهيو آهي.

# ٻہ اکر

شير شاهه سيد جي اييساس هيٺ ڪهاڻين کي پڙهندي اِهو سوال هرهر ذهن ۾ ٿو اچي تہ اِهي حقيقتون آهن يا ڪهاڻيون.

ان سوال جو سادو سودو جواب تہ اِهوئي آهي تہ اِهي حقيقتن جون حقيقتون آهن تہ ڪهاڻين جون ڪهاڻيون بہ. زندگيءَ جي حقيقت کي ڪهاڻي بڻجندي دير ئي نہ لڳندي آهي، بلڪ جيستائين حقيقت ڪهاڻي نہ بڻجي، اڻپوري ٿي رهي. زندگي مڪمل ٿيندي آهي تہ ڪهاڻيءَ ۾، سامهون ايندي آهي تہ ڪهاڻي ۾. زندگيءَ جون ڪجهہ حقيقتون ايتريون مُنجهيل ۽ ان حد تائين اڻوڻندڙ هونديون آهن جو انهن کي ڪهاڻيءَ جي صورت ۾ بهتر طور تي سمجهي ۽ محسوس ڪري سگهجي ٿو. فسٽيولا بہ اهڙي ئي هڪ تلخ ۽ المناڪ حقيقت جو نالو آهي جيڪا هڪ بيماريءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿي ۽ جيڪي مائهو ان جو شڪار ٿا ٿين تن جي زندگي هڪ جيئري جاڳندي عذاب جي ڪهاڻي بڻجي ٿي وڃي، جنهن جي پڄاڻي انتهائي پيڙا ڀري آهي. اِهو ياڳن جو ڦير نہ پر حالتن جو جبر آهي جو ان جو شڪار عورتون ئي بڻجن ٿيون، اُهي عورتون جيڪي ڪمزوري، بيوسي، ناانصافي، غربت ۽ جهالت جي ظلم جو اڳيئي نشانو بڻيل هونديون آهن. اِها ڪا ہِن چئن يا ڏهن پندرهن عورتن جي نہ پر سوين هزارين عورتن جي ڪهاڻي آهي. لُها

ڪهاڻي جنهن کي ان جي مڪمل هولناڪيءَ سان اڃان پڌرو ئي نہ ريو آهي.

انهن سمورين عورتن جون زندگيون مختلف آهن ۽ هو جن حالتن مان لنگهي اُتي پهتيون آهن سي بہ ڌار ڌار آهن پر هنن سمورين جي اِهائي تلخ حقيقت گڏيل آهي! فسٽيولا... ا اڪثر اِها بيماري جان ڪسيندڙ نٽي ٽئي پر پنهنجو شڪار بڻجندڙ عورتن کي جيئرو ڇڏي ڏيندي آهي، سسڪي سسڪي اهڙي طرح جيئڻ لاءِ جو گذرندڙ هر ڏينهن موت کان بدتر لڳي. اِهي تصوراتي ۽ خيالي ڪردار يا ڪاغذي عورتون ناهن. اِهي اسان جي معاشري جي محروم ۽ پوئتي پيل طبقن جون جيئريون جاڳنديون حقيقتون آهن. هو بہ گوشت ماس جون انسان آهن جن جي سيني ۾ دل ڌڙڪي ٿو ۽ اکين ۾ ڪنهن وقت زندگيءَ جون سڌون ڪَرَ موڙينديون هونديون پر انهن عورتن کي ڏسي سندن مٽ مائٽ بہ اکيون ڦيريو ڇڏين ۽ جن جي ڪهاڻي ڪو ٻڌي نٿو ۽ ڪو ٻڌائي نٿو.

معاشري واسين جو وڏو تعداد نہ تہ انهن اياڳن عورتن بابت ڄاڻي ٿو نہ ئي ڪين سڃاڻي ٿو. سندن بابت اڪثر ماڻهن کي پتو ئي نہ هوندو آهي تہ اِهي عورتون ڪهڙين حالتن سبب اهڙي پيڙا ڀري زندگي گهاري رهيون آهن ۽ ان دوران خود مٿن ڇا ٿي گذري.

انهن عورتن جي حالت کان اِها بيخبري فقط اسان جي ملڪ تائين محدود ناهي. عالمي ادارن جي تحقيقي جائزن موجب سڄي دنيا ۾ لکن جي تعداد ۾ ڇوڪريون ۽ نوجوان عورتون،

لڄ وچان منهن لڪائي، بيوسيءَ واري حالت ۾ الڳ ٿلڳ زندگي گهاري رهيون آهن . اِهي سموريون عورتون دنيا جي انهن ملڪن جون رهواسي آهن جتي قومي دولت ۾ سندن ناليٰ تي ڪي بہ وسيلا موجود ناهن. انهن عورتن کي سندن مڙسن ڇڏي ڏنو آهي ۽ سندن مٽ مائٽ بہ کين برادريءَ کان تڙيل ليکين ٿا. اِهي عورتون شديد غربت جي حالت ۾ پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن ٿيون گذارين. هو ٻين ماڻهن جي ڌڪار ۽ طعنن جو شڪار ٿيون ٻڌجن. سنگ سياپن کان ڏور ٿيو وڃن ۽ جڏهن روزي روٽي ڪمائڻ کان بہ محروم ٿيو وڃن تہ زندگيءَ جي سڌ بہ وڃايو وڃهن.

اِهي عورتون جنهن مصيبت مان گذري رهيون آهن ۽ سندن جيڪا حالت ٿيندي آهي، تنهن جو هڪ ئي سبب آهي ۽ اُهو سبب اِهو آهي تہ اِهي عورتون ويم دوران ڪنهن پيچيدگيءَ سبب فسٽيولا جو شڪار ٿي پيون. ان سان گڏوگڏ ڄمندڙ ٻار بہ پنهنجي حياتي وڃايو ويهي، ان ڪري انهن عورتن جي پيڙا ۽ پريشانيءَ ۾ ڏک جا ڪارا ڪارونيار بہ پنهنجو واسو ٿا ڪن.

عام ٻوليءَ ۾ جنهن حالت کي فسٽيولا سڏيو ٿو وڃي، تنهن جو پورو ۽ اصطلاحي نالو آهي Obstetric Fistula يا (Vesico-Vaginal Fistuala) اهو اصل ۾ هڪ ننڍڙو ۽ معمولي سوراخ آهي جيڪو ويم جي پيچيدگين جي نتيجي ۾ عورت جي ٻچيدانيءَ ۾ ٿي پوندو آهي. ان سوراخ جي ٻئي پاسي اُهي عضوا هوندا آهن جن ذريعي انساني جسم مان پيشاب يا ڪاڪوس نيڪال ٿيندا آهن. ان سوراخ سبب عورت پنهنجي

پيشاب يا ڪاڪوس تي ڪنٽرول نہ ڪري سگهندي آهي، ان ڪري اهڙيون عورتون لڄ بہ محسوس ڪنديون آهن تہ ڪين پنهنجو پاڻ تي پورو اختيار ناهي. ٻئي پاسي سندن جسم جو هيٺيون حصو ۽ پهريل ڪپڙا پُسيل تا رهن. سندن عضون/ بُت مان بدبو ڦٽندي تي رهي. ان سان گڏوگڏ اِهي عضوا ڪينئن ۽ جيوڙن جي واڌ ويجهہ جو پڻ سبب ٿا بڻجن ۽ وچڙندڙ بيمارين جي نرسريءَ ٿا ٿين.

عورتاڻي عضوي کي اڪثر ايترو نقصان رسجي ويندو آهي جو جنسي عمل ممڪن نہ هوندو آهي يا وري عورت لاءِ انتهائي تڪليف جو سبب بڻبو آهي. ڪجهہ عورتن جو هيٺيون ڌڙ اهڙي ريت متاثر ٿيندو آهي جو سندن رڳون ۽ ماس ڪم نہ ڪري سگهندا آهن ۽ هو هلڻ چلڻ کان هلاڪ تي وينديون آهن. ان بيماريءَ وگهي ڪيتريون ئي عورتون سُنڍ تي وينديون آهن ۽ وڌيڪ ٻار ڄڻڻ جو امڪان ختم تي ويندواٿن.

ويم دوران ٿيندڙ اِهو معمولي سوراخ، اِهو فسٽيولا، جتي ايترين جسماني پيڙائن سان گڏوگڏ نفسياتي پريشانين ۽ سماجي مسئلن جو پڻ سبب بڻجي ٿو، پر جيڪا ڳالهہ انکي ايترو ڏکوئيندڙ تي بڻائي سا اِها آهي تہ فسٽيولا ٿيڻ ۽ پکڙجڻ ڪا لازمي ڳالهہ ناهي پر ان کي ٿهڻ کان روڪي پڻ سگهجي ٿو. فسٽيولا کان بچڻ جا ڪيترائي طريقا طبي تحقيق جي نتيجي ۾ سامهون آيا آهن، جيڪي هيءُ آهن:

1 پهريون حمل عورت جي ننڍي ڄمار دوران نہ ٿئي پر ان مهل ٿئي جڏهن عورت جو جسم ان لاءِ پوري طرح تيار هجي.

2 ويم جي انهن روائتي طريقن کان پاسو ڪجي جيڪي هاجي جو سبب بڻجن ٿا،

3 ماءُ ۽ تازي ڄاول ٻار کي وقت سر ۽ مناسب طبي سهولتون حاصل هجن.

انهن ڳالهين مان واضح ٿو ٿئي ته فسٽيولا کان بچڻ ممڪن آهي ۽ سرجريءَ ذريعي فسٽيولا کي ٺيڪ به ڪري سگهجي ٿو.

فسٽيولا جو اصل سبب ويم ۾ رڪاوٽ جو اُهو ئي عمل آهي جيڪو سڄي دنيا ۾ مائرن جي موت جي وڏي شرح جو سڌو سنئون سبب ٿو بڻجي. پاڪستان دنيا جي انهن ملڪن ۾ شامل آهي جتي مائرن جي موت جي شرح سڀ کان وڌيڪ آهي. ان بابت مڪمل ۽ مستند انگ اکر موجود ناهن پر ڪاٿو لڳائي سگهجي ٿو ته پاڪستان ۾ هر ويهن منٽن اندر هڪ عورت ويم ۽ ان جي پيچيدگين وگهي اجل جو شڪار ٿي بڻجي. ڪنهن به سڌريل معاشري لاءِ ايڏي وڏي تعداد ۾ عورتن جا موت برداشت جوڳا ناهن . انهيءَ صورتحال تي قابو پائڻ کان سواءِ ملڪ ڪيئن ٿو ترقي ڪري سگهي؟ ان سان گڏوگڏ اِها بنيادي انساني حق جي پڻ ڀڃڪڙي آهي ته هڪ افسوسناڪ انساني هاڃو پڻ.

ويم دوران رڪاوٽ اچڻ تي عورت کي تڪڙي ۽ مناسب طبي سهولتن جي ضرورت هوندي آهي. ان رڪاوٽ جو سبب اِهو هوندو آهي ته ماءُ جي ڪُک کان ٻار پنهنجي طور تي ٻاهر نه اچي سگهندو آهي ۽ ڪيس ٻاهر ڪڍڻ لاءِ مدد جي ضرورت هوندي آهي. اهڙي صورتحال ۾ ويمِ جو عمل ڏگهو ٿي ويندو

آهي. ڪجهه صورتن ۾ اهو عمل ايترو ڏکيو ٿي ويندو آهي جو يا ته ٻار ڄمڻ کان اڳ ئي مري ويندو آهي يا وري ماءُ پساهه ڏئي وڃڻدي آهي. جيڪي عورتون وير جي اهڙي ڏکي عمل مان گذرڻ کان پوءِ بچي وينديون آهن تن جي جسم ۾ فسٽيولا ٿيڻ جا امڪان وڌيڪ هوندا آهن.

اڄ سائنس ايتري ترقي ڪري ورتي آهي جو ان مسئلي جو شڪار ٿيڻ جندڙ عورتن جي اڳواٽ ئي سڃاڻپ ممڪن آهي. سندن اهڙي حالت ٿيڻ کان اڳ ئي ان کي ٻنجو ڏئي سگهجي ٿو ۽ مسئلو ٿي پوڻ کان پوءِ ان جو علاج ڪري سگهجي ٿو. ان هوندي به ايڏي وڏي تعداد ۾ عورتون ان بيماريءَ جو شڪار ٿين ٿيون ته ان جو وڏو سبب اِهوئي آهي ته اِهي عورتون طبي سهولتن ۽ علاج کان محروم ٿيون رهن. اِها فقط انهن عورتن جي نه پر اسان جي معاشري جي محرومي ۽ بدنصيبي آهي.

ڪاٿو لڳايو ويو آهي ته سڄي دنيا ۾ هر سال تقريباً پنجاهه هزار صحتمند نوجوان عورتون وير ۽ ان جي پيچيدگين وگهي موت جو ڪاج ٿيون ٿيڻ. انهن پنجاهه هزار عورتن مان گهڻين جو تعلق دنيا جي پوئتي پيل ۽ اُسرندڙ ملڪن سان آهي. اِهي عورتون اُهي آهن جن جي جيون ڪهاڻي سندن موت سان گڏ ختم ٿيو وڃي. هڪ ٻيو هاڃو انهن عورتن جو آهي ته جيڪي ٻفاهر ٻچيو پون ۽ وير دوران يا ان کان پوءِ پيچيدگين جو شڪار ٿيون ٿيڻ. صحت جي عالمي تنظيم جي تحقيق موجب سڄي دنيا ۾ مجموعي طور تي ٽيهه ڪروڙ عورتون وير دوران يا ان کان پوءِ پيچيدگين جو شڪار ٿيون آهن ۽ ان جي

پيڙا سهي رهيون آهن. هر سال ويهه لک عورتون انهن حالتن جو شڪار بڻجن ٿيون. اِهي انگ اکر حتمي ناهن، ان ڪري انهن مان اِهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اِهي مسئلا انسانذات جي ڪيڏي وڏي تعداد کي ڦاسائي ويٺا آهن.

عالمي صحت تنظيم جي جائزي موجب، سڄي دنيا ۾ اهڙين عورتن جو تعداد، جيڪي ڪنهن علاج معالجي کان سواءِ فسٽيولا سان زندگي گهاري رهيون آهن، ويهه لک جي لڳ ڀڳ آهي. اِهي عورتون ايشيا ۽ افريڪا جون رهواسي آهن. جائزي موجب هر سال پنجاهه هزار کان هڪ لک تائين عورتون پهريون ڀيرو فسٽيولا جو شڪار ٿين ٿيون ايئن فسٽيولا جي مريض عورتن جو تعداد وڌندو ٿو رهي. اِهي انگ اکر صورتحال ڏانهن فقط اشارو ٿا ڪن پر حتمي ناهن. عالمي صحت تنظيم جي ان موضوع تي هڪ تفصيلي رپورٽ ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته نه رڳو اهو ته ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ذميواري ۽ فرض جو احساس عام طور تي ناهي پر اِهي ڇوڪريون ۽ عورتون پاڻ به خاموشي ۽ ڍڪ سان جيئڻ کي ترجيح ٿيون ڏين ۽ علاج معالجي تائين رسائي جون ڪوششون نٿيون ڪن.

عالمي اداري جي رپورٽ جا اِهي لفظ ڀنهي حوالن سان ايذائيندڙ آهن. ڪنهن به ملڪ جو نظام هلائيندڙ فرد ۽ وڏا اهلڪار انهن عورتن کي نظر انداز ڪريو ڇڏين. ٻئي پاسي انهن عورتن کي پنهنجي حالت جو ذميوار ۽ هڪ طرح سان ڏوهاري ليکيو ٿو وڃي. لڄ يا اهڙين ئي سماجي سببن ڪري جيڪڏهن اِهي عورتون علاج جون سهولتون حاصل نٿيون ڪن

۽ علاج ۽ صحت جي سار سنڀال لاءِ اهڙا طريقا فراهم ڪيا وڃن
گهرجن جيڪي انهن عورتن تائين رسائي حاصل ڪري سگهن.
افسوس جي ڳالهه آهي ته اهڙيون ڪوششون گهٽ ٿيون آهن.

ڪجهه ملڪن ۾ وڌيڪ بهتر طور تي تحقيق ڪئي وئي
آهي ۽ ان مسئلي جي وسعت جو جائزو ورتو ويو آهي. ان
موجب فسٽيولا سان زندگي گذاريندڙ ۽ علاج جون سهولتون
حاصل نه ڪري سگهندڙ عورتن جو تعداد فقط هڪ ملڪ
نائيجيريا ۾ ئي هڪ لک کان ڏهن لکن جي وچ ۾ آهي جڏهن ته
بنگلاديش ۾ اهڙين عورتن جو تعداد ستر هزار کان وڌيڪ آهي.
افريڪي ملڪ ايٿوپيا ۾ تحقيق مان پتو لڳو ته هر سال لڳ
ڀڳ نو هزار عورتون پهريون ڀيرو فسٽيولا جو شڪار بڻجن
ٿيون ۽ انهن مان فقط ٻارهن سئو عورتون علاج ڪرائي
سگهن ٿيون.

جيڪي عورتون علاج نٿيون ڪرائي سگهن سي ان
بيماريءَ سان زندگي گهارڻ تي مجبور ٿين ٿيون ۽ کين ان جي
ڳوري قيمت چڪائڻي ٿي پوي. هندستان جي هڪ تحقيقي
جائزي مطابق فسٽيولا جي مريض عورتن مان نوي سيڪڙو کي
يا ته مڙس ڇڏيو ڏين يا وري کين طلاق ملي وڃي. ان ڪري
اهڙين عورتن مان هڪ وڏو تعداد آپگهات ٿو ڪري ۽ پنهنجي
هٿن سان پنهنجي اُن زندگيءَ جو ڏيئو اُجهائيو ڇڏين جيڪا هنن
لاءِ برداشت کان ٻاهر پيڙا جو سبب بڻجي چڪي هوندي آهي.

ٻين اُسرندڙ ملڪن جيان پاڪستان ۾ به ان بيماريءَ جا
مڪمل انگ اکر ميسر ناهن. پاڪستان ۾ فسٽيولا جا آپريشن

ڪنڊڙ هڪ ٽيم اندازو لڳايو آهي تہ هر سال پنجن کان اٺ هزار نوان فسٽيولا ٿهن ٿا . انهن مان تقريباً ٽيون حصو اهڙن فسٽيولائن جو آهي جيڪي ويم دوران انهن عورتن جي سار سنڀال لهندڙ ڏاڪٽرن ۽ نرسن جي عملي تربيت ۾ رهيل ڪنهن کوٽ جو نتيجو آهن، جنهن ڪري هو مناسب علاج نٿيون ڪري سگهن.

پاڪستان ۾ ڪم ڪندڙ ان ٽيم گذريل ٻن سالن دوران پنجويهہ سئو کان وڌيڪ آپريشن ڪيا آهن. اِهي آپريشن ملڪ جي مختلف شهرن ۽ اسپتالن ۾ ڪيا ويا آهن. جن عورتن کي آپريشن جو موقعو ملي ويو سي پنهنجي زندگي مسلسل پيڙا کان محفوظ رکڻ لائق ٿي سگهن ٿيون پر جن هزارين عورتن کي اهو موقعو ناهي مليو تن جي زندگي آخر ڪيستائين اونداهين ۾ ٻڏل رهندي؟ سندن پيڙا ۽ بيوسيءَ جي اِها شرمناڪ ڪهاڻي ڪڏهن پنهنجي انت تي پهچندي؟

اسان اِها ڪهاڻي پوري طرح ٻڌي ناهي. ان ڪهاڻي کي ٻڌڻو ۽ سمجهڻو پوندو . ان جي پڄاڻيءَ کي بدلائڻو پوندو. فسٽيولا اڄان تائين هڪ لڪيل ۽ لڪائي ويندڙ حالت جو درجو رکي ٿو. ان بابت ڄاڻ عام ٿيڻ گهرجي تہ جيئن ان جي روڪٿام ٿي سگهي. دنيا جي اُسريل ملڪن ان بيماريءَ کي ذري گهٽ ختم ڪري ڇڏيو آهي تہ پوءِ اُسريل ۽ اُسرندڙ ملڪن وچ ۾ اِهو فاصلو ڇو آهي ۽ ان فاصلي جي قيمت اِهي غريب ۽ بي واهرو عورتون پنهنجي جان جي عيوض ڇو ٿيون چڪائين؟ پاڪستان جهڙن ملڪن ۾ فسٽيولا جي مريض عورتن جو وڌو تعداد

سماجي نابرابري ۽ معاشي فرق سان گڏوگڏ معاشري اندر جاري سياسي شعور جي کوٽ جي نشاندهي ٿو ڪري جنهن ڪري اسين اجتماعي طور تي صحت جي نظام کي بهتر بڻائڻ لاءِ مثبت پاسي قدم کڻڻ کان قاصر آهيون. ماءُ جي جسم ۾ ننهنڙ اِهو ننڍڙو سوراخ، معاشري جي سڄي ڍانچي ۾ پوندڙ ڏار کي ظاهر ٿو ڪري.

صدين کان جاري ۽ لکين انسانن کي آزار جو شڪار بڻائيندڙ فسٽيولا جي ڪهاڻي هاڻ پنهنجي پڄاڻي ڏانهن وڌي رهي آهي. ڇا اوهين بہ ان کي هڪ نئين ۽ بدليل پڄاڻيءَ تائين پهچائڻ چاهيندو؟

فسٽيولا جون اِهي ڪهاڻيون وساري نٿيون وسارجن. اچو تہ ان ڪهاڻيءَ جو آخري ورق اُٿلائي ڏسون.

آصف فرخي

جون 2008ع



پتوناهي ته ڊاڪٽر شيرشاهه، مريم جي پٽ ۽ ميري منگدلين جي مسيحا جي ڪهاڻي
ان مقدس ڪتاب ۾ پڙهي پوءِ عورتن جي مسيحائي واري ان شعبي سان وابسته ٿيو،
جنهن ۾ مرد جي موجودگي، اسان جي سماج جي عام تصور ۾ اڃان ايئن ممڪن ۽
عام نه ٿي آهي. نه ئي منهنجي ديس جي عورت ڪا ايڏي گهڻي خوشنصيب ئي آهي جو
سندس جسم جي روڳ کي دستِ مسيحائي يا همدرد نگاهه نصيب ٿي هجي. اهڙي سماج
جو فرد هوندي، جتي عورتن جي وڏي اڪثريت قبل مسيح واري ڪوڙهيت واري
(Marginalized) آبادي، جيان پنهنجي دنيا ۾ الڳ ٿلڳ اڪيلي هجي، اتي عورتن جي
بيمار جسمن توڙي روڳي روحن جي مسيحائي وارو ڏڳ، ڊاڪٽر شيرشاهه کي جنهن
به ڏيکاريو، يقين ڪريو ته سندس دستِ شفا سان جڏهن ڪا به عورت فيضياب ٿي هوندي
ته سندس دعائن ۾ ڊاڪٽر شيرشاهه سان گڏ سندس نالو به ضرور گڏ ايندو رهندو.

امر سنڌو

شير شاهه سيد جي اپياس هيٺ ڪهاڻين کي پڙهندي اِهو سوال هرهر ذهن ۾ ٿو اڀري ته اِهي
حقيقتون آهن يا ڪهاڻيون. ان سوال جو سادو سودو جواب ته اِهوئي آهي ته اِهي حقيقتن جون
حقيقتون آهن ته ڪهاڻين جون ڪهاڻيون به. زندگيءَ جي حقيقت کي ڪهاڻي بڻجندي دير ئي
نه لڳندي آهي، بلڪ جيستائين حقيقت ڪهاڻي نه بڻجي، اڌوري ٿي رهي. زندگي مڪمل ٿيندي
آهي ته ڪهاڻيءَ ۾. سامهون ايندي آهي ته ڪهاڻي ۾. زندگيءَ جون ڪجهه حقيقتون ايتريون مُنجهيل
۽ ان حد تائين اڻوڻندڙ هونديون آهن جو انهن کي ڪهاڻيءَ جي صورت ۾ بهتر طور تي سمجهي
۽ محسوس ڪري سگهجي ٿو فسٽيولا به اهڙي ئي هڪ تلخ ۽ المناڪ حقيقت جو نالو آهي جيڪا
هڪ بيماريءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿي ۽ جيڪي ماڻهو ان جو شڪار ٿا ٿين تن جي زندگي هڪ
جيئري جاڳندي عذاب جي ڪهاڻي بڻجي ٿي وڃي، جنهن جي پڄاڻي انتهائي پيڙا ڀري آهي. اِهو پاڳن
جو ڦير نه پر حالتن جو جبر آهي جو ان جو شڪار عورتون ئي بڻجن ٿيون. اُهي عورتون جيڪي
ڪمزوري، بيوسي، ناانصافي، غربت ۽ جهالت جي ظلم جو اڳيئي نشانو بڻيل هونديون آهن. اها
ڪا ڀن چئن يا ڏهن پندرهن عورتن جي نه پر سوين هزارين عورتن جي ڪهاڻي آهي. لهٰذا ڪهاڻي
جنهن کي ان جي مڪمل هولناڪيءَ سان اڃان ڇهڻو ئي نه ويو آهي.

آصف فرخي




Rs. 120/-

